# ٻڌمت
# ٻهوي
# ٻُهري

سبط حسن

رشيد ڀٽي

عظمت ادبي اڪيڊمي نمبر ٢٤

# جڏهن جهوڪ جهريو

سبط حسن

رشيد ڀٽي

عظمت ادبي اڪيڊمي
حيدرآباد

ناالو : جڏهن جهوڪ جهريو

مصنف: سبط حسن
اصل اردو ٻوليءَ ۾

مترجم: رشيد ڀٽي

ڇاپو : پهريون

سال : جنوري ١٩٨٥ع

قيمت ٦-٠٠

هي ڪتاب م.ع. ميمڻ، عظمت ادبي اڪيڊمي پاران، سردار پرنٽنگ پريس، گاڏي کاتو حيدرآباد مان ڇپائي پڌرو ڪيو.

# ٻه اکر

١٩٨٥ جو ڀهريون ڪتاب اوهان جي هٿن ۾ آهي. ڪتاب متعلق مهاڳ ته پاڻ رشيد ڀٽي صاحب جن جو لکيل آهي، انهيءَ ڪري آءٌ پنهنجي طرفان انهيءَ سلسلي ۾ ڪجهه به نٿو چوڻ چاهيان. ها، ايترو سو ضرور چوندس ته محترم رشيد ڀٽيءَ جا لک ٿورا جنهن مون کي انهيءَ قابل سمجهيو جو پنهنجي هڪ ڪاوش ڇپرائڻ جو اعزاز ڏنائين. اسان ڪتاب کي، ڪتاب جي مواد ۽ مترجم جي شخصيت کي سامهون رکي ڪوشش ڪئي آهي ته جنهن اعتماد جو اسان تي اظهار ڪيو ويو آهي، تنهن کي برقرار رکي سگهون. انهيءَ ڪوشش ۾ ڪيتري قدر ڪامياب ٿيا آهيون سو فيصلو پڙهندڙن جي عدالت ڪندي. مون کي اميد آهي ته سائين رشيد ڀٽي ۽ سنڌيءَ جا ناميارا ليکڪ آئنده به اسان سان تعاون ڪندا ايندا جيئن ادارو ڀوليءَ کي شاهڪار ادب ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿئي.

سات سلامت

عمر ميمڻ

١٦-١-١٩٨٥

# مهاڳ

## (مترجم پاران)

مذهب، مغرب جو يا مشرق جو، قديم تهذيبي يا وچين اوسٽا جو، آسماني يا الهامي هجي يا روايتي، هر جاءِ هر دور ۾ ٻن مڪتب خيالن ۾ ورهايل نظر اچي ٿو. مڪتب فڪر سان منهنجي مراد ڪو فرقو يا گروه يا ٽولو نه آهي. منهنجو مطلب مذهبي فلسفي جي لحاظ کان بنيادي ۽ وڏي پئماني تي ورهاست آهي. هن جهان جو ڪوبه مذهب ان کان آجو نه آهي.

پنهنجي ملڪي مذهب جي پس منظر ۾ ڏي ان حقيقت کي ڏسو. عالم اسلام ان ڳالهه تي هڪ راءِ آهي ته مذهبي فرض جي لحاظ کان ٻه وڏا مڪتب خيال آهن ۽ ان پٽاندر مذهبي فرض ٻن حصن ۾ ورهايل آهن. الله جا فرض (حقوق الله) ۽ ٻندي متعلق فرض (حقوق العباد)، يعني انسان يا ٻندي جا هڪٻئي طرف فرض ۽ ذميداريون. حقوق الله ۾ زڪوات کان سواءِ، جا ڪنهن حد تائين معاشري ۾ فلاح ۽ ڀلائيءَ جو ڪارڻ ٿئي ٿي، باقي سڀ فرض رضاڪارانه طور تي ادا ڪرڻا پون ٿا: جهڙوڪ روزه، حج ۽ نماز. اِن ڪري مذهبي فقه جي مفسرن ۽ شارحن ان کي ٻن حصن ۾ ورهايو آهي،

هڪ حصو انهن مسئلن بابت آهي جي الله جي فرض جي بجا آوريءَ جي طور طريقن بابت آهـن، انهن فرض جي بجا آوريءَ جي نتيجن بابت آهن، ۽ اهڙين حالتن بابت آهن، جن هيٺ انهن فرض جي ادائگيءَ کان ماڻهوءَ آجو (عارضي يا مستقل) رهي ٿو. ٻيو حصو انهن مسئلن بابت آهي جي حقوق العباد جي ڀڃڪڙيءَ بابت آهن، انهن فرض جي لاڳو ڪرڻ جي طريقن بابت آهن، ۽ انهن جي قصور واريءَ جي حالت ۾ حد يا سزا (تعذير) مقرر ڪرڻ بابت آهن. اها ڳالهه ڌيان جوڳي آهي ته حقوق الله جي ڀڃڪڙي يا ناپوئواريءَ جي حالت ۾ (سواءِ زڪوات جي) ڪابه حد يا تعذير مقرر ٿيل نه آهي، جڏهن ته حقوق العباد ۾ قصورواريءَ جي حالت ۾ حد تعذير مقرر ڪئي وئي آهي.

فقه جي انهن ٻن حصن ۾ ورهاست ٿي مذهب اسلام ۾ ٻن مڪتب خيالن کي جنم ڏنو. هڪ مڪتب حقوق الله کي اهميت ڏني ٿو ته ٻيو حقوق العباد کي ـــ هڪ خدا جي عظمت ۽ برتريءَ تي زور ٿو ڏئي ته ٻيو بندن طرف، ڇو ته هن جي خيال ۾ انسان اشرف المخلوق آهي، ڌرتيءَ تي خدا جو خليفو آهي، ”خلق الانسان علي صورته“ جي مصداق انسان الله جو پاڇو آهي، عڪس ۽ اولڙو آهي، ۽ اُن جي عزت ۽ عظمت الله جي عزت ۽ عظمت آهي. هڪ مڪتب تنگ نظري، دقيانوسي ۽ فرسودگي جو علمبردار بڻيو ته ٻيو آزاد

خيالي، روشن دماغي، ۽ جدت جو. هڪ ظاهر پرست ته ٻيو باطن پرست. هڪ لفظن ۾ قائل، ته ٻي روح کي ورتو. هڪ سڌو سنئون خالق متعلق کي سڃاڻڻ جي دعويٰ ڪئي ته ٻي "من عرف نفسه قد عرف ربه" جي مقولي تي عمل ڪندي پاڻ کي ۽ ٻندي کي سمجهڻ جي معرفت خدا کي سڃاتو. اهڙيءَ طرح اسلام ۾ ٻه مڪتب فڪر، هڪ ملا جو ۽ ٻيو صوفيءَ جو، پيدا ٿيا.

ملا شريعت جو پابند آهي پر اسلام جي روح کان ناواقف جو مذهب جو بنياد آهي. ملا رڳو حقوق الله بابت حڪمن جي پابندي ڪندو آهي، ۽ حقوق العباد بابت احڪامن کي پٺيءَ پر اڇلائيو ڇڏي. حقوق الله جي ڏس ۾ انهن حڪمن تي ٻيهندو آهي جن مان ڪيس مالي فائدي جو وجهه ملندو آهي، يا ڪجهه ڏيڻو نه پوندو آهي، ان ڪري هو زڪوات، فطري ۽ صدقي خير خيرات ۾ پٺيان پٺيان نظر ايندو آهي. مذهب رڳو مهانڊو مذهبي بنائڻ يا مشيني حرڪتن جو نالو نه آهي. حقيقت خليف ۽ حرڪتن ۾ نه پر سيرتن ۽ دلين ۾ وسندي آهي. ملان عوام کي مذهب جي روح کان پري رکڻ لاءِ سدائين اجلين مسئلن، اصطلاحن ۽ تاويلن جي چڪر ۾ ٻيو ڦرندو آهي. تاويلن، اختلافن، بيسود روايتن جي اجائي پاڻي ولوڙ ۽ چنڊڇاڻ ۽ ڪجهه بحثيون ۽ دليلبازيون ملا جي فتنه بازي واري ذوق کي تسڪين پهچائيندڙيون آهن. جنهن حساب سان عوام ۾ جهالت

وڌندي ويندي آهي، ان حساب سان هو ملان جي ڄار ۾ ڦاسندو ويندو آهي. هو عوام جي جهالت ۽ اڻ ڄاڻائيءَ کي پنهنجي جاه و جلال، شان شوڪت ۽ اقتدار جي حصول لاءِ استعمال ڪندو آهي. ان لاءِ هو حاڪم وقت جي سهارو وٺندو آهي، ۽ پاڻ ان جو پانهن ٻيلي ٿي بيهندو آهي.

اسلام جي تاريخ ڪيترن ئي اهڙن رت رئائيندڙن، ڏکدائڪ ۽ مايوس ڪندڙ واقعن ۽ نظارن سان ڀري پئي آهي. جيئن جيئن ڪنهن حاڪم ۾ اقتدار جو لوڀ ۽ لالچ وڌندا ويندا آهن، تيئن تيئن هو اسلام جي اصلي ۽ سچي روح کان پري ٿيندو ويندو آهي، ۽ عوام جي ڀلائيءَ ۽ بهتريءَ بجاءِ، مذهبي ريتن رسمن (حقوق الله) تي زور ڏيندو آهي. مذهب جي ان تنگ نظري، مفاد غرضي ۽ استحصالي استعمال ۾ اسان جو ملان، مفتي، ۽ قاضي ان حاڪم جا پانهن ٻيلي ٿي بيهندا آهن، ڇو جو ٻنهي جو مقصد ۽ مطلب ساڳيو ئي هوندو آهي، ان جي حصول جا طور طريقا به ساڳيا هوندا آهن. يعني مذهب جي غلط تاويلن سان پنهنجو جاه و جلال ۽ اقتدار قائم رکن. حاڪم کي پنهنجي اقتدار جاري رکڻ لاءِ مذهبي تقدس جي مدد ملندي آهي، ۽ ملان کي پنهنجي مقصد ماڻڻ لاءِ حاڪم جي پشت پناهي ملندي آهي، ۽ حڪومتي اقتدار ۾ حصو ڏکو نالي ماتر حصو به! اهڙيءَ ريت انهن ٻنهي جي ٻڌي ۽ ٻيگهي،

اقتدار جي بحاليءَ ۽ مذهب جي دڪانداريءَ لاءِ، صدين کان هلي ۽ متي اچي. هڪ جي تلوار ۽ ٻي جي قلم تاريخ اسلام ۾ ڪيترن ئي خوني بابن جو واڌارو ڪيو آهي.

هن صديءَ جو عظيم مفڪر ۽ مجتهد، امام الهند، مولانا ابوالڪلام آزاد، سرمد شهيد جي سوانح تي لکندي فرمائي ٿو ته: ”ايشيا ۾ هميشه مذهب جي آڙ ۾ سياست هلائي وئي آهي، ۽ هزارين خونريزيون جي سياسي سببن ڪري ٿيون آهن، تن کي مذهب جي چادر ۾ لڪايو ويو آهي ـــ اسلام جي هن تيرهن سو سالن جي عرصي ۾ فقيهن جو قلم هميشه اگهاڙي تلوار رهيو آهي، ۽ هزارين حق پرستن جو خون سندن فتون جو بڪ ٿيو آهي. اسلام جي تاريخ کي ڪتان ته پڙهو سوين مثال شاهد آهن ته جڏهن به بادشاهه قتل و غارت تي لهندو هو ته دارالفتوا جو قلم ۽ سپه سالار جي تلوار، ٻنهي هڪجيترو ڪردار ادا ڪيو آهي. صوفين ۽ ارباب وطن ئي نه، پر شريعت جي صاحبن مان به جي اسرار حقيقت ازل کي ويجهو هئا، کي به فقيهن هٿان مصيبتون سهڻيون پيون، ۽ نيٺ سر ڏئي سرخرو ٿيا.“

تاريخ اسلام جي ڪنهن به دور، يا ڪنهن به مسلم رياست جي ڪنهن به عهد تي نظر وجهو، توهان کي ملان پنهنجي انهن حرڪتن، في سبيل الله فساد وارين ۾ رُڌل نظر ايندو. هو وقت جي حاڪم جو ڪاسو ۽

عوام دشمن قوتن جو مذهبي ۽ روحاني رهنما ۽ تنخواه دار ملمدي. اوهان کي ملان انهن ڏي نظر ايندو، هو هميشه حاڪم جو حمايتي رهيو آهي، ۽ عوام دوست ماڻهن تي ڪفر جون فتوائون ڏيندو رهيو آهي. غريبي دور ڪرڻ لاءِ هو اسلام مان وڏيون وڏيون تاويلون ته ڪري، پر زور رکبو زڪوات تي ته ڏئي، سا به روڪ رقم ۽ سون چاندي تي. صنعتي پيداوار ۽ زرعي آمدني، جي اڪثر، جو وڏو سرمايو آهن، زڪوات کان معاف آهن.

جڏهن ملان جي تنگ نظري، مذهبي دڪانداري ۽ ان جي تعاون سان حاڪم جي تشدد ۽ ڏاڍ ڏمر واري سياست جي نتيجي ۾ عوام دشمن سرگرميون وڌي ويون، عوام ناقابل برداشت ستم ۽ ظلم جو نشانو بنجڻ لڳو، ۽ مذهب جي ملا واري تاويل ۽ تشريح خود مذهب جي لاءِ هاڃيڪار ۽ مهلڪ ثابت ٿيڻ لڳي ته ايران جي روشن خيال ۽ حساس هستين بغاوت جو جهنڊو جهولايو ۽ مذهب جي صحيح تعبير ۽ روح جي تبليغ شروع ڪري ڏني. هن جي بغاوت اسلام کان بغاوت نه هئي پر اسلام جي ان پڙهه ۽ مدي خارج تعبير کان بغاوت هئي، جا ملان ڪري رهيو هو. ايشيا ۾ صوفي تحريڪ ايراني صوفين کان متاثر ٿي. صوفين حقوق الله جي مخالفت ڪڏهن ڪانه ڪئي، حالانڪ هو حقوق العباد جو نعرو ڪئي اڪثر وڌيا. هنن جو اهو

ٻه چوڻ نه آهي ته ڪو حقوق الله ڪهڙا اهم يا غيراهم آهن. هنن رڳو ان ڳالهه جي مخالفت ڪئي ته رڳو حقوق الله جو نالو ئي اسلام نه آهي، ۽ نه اهو مذهب يا ايمان جو لازمي حصو نه آهي. هنن جو چوڻ هو ته اسلام نانءُ آهي انسانيت جو، جو ته اهو انسانن لاءِ ئي نازل ٿيو هو، نه ڪي حيوانن لاءِ! صوفي اسلام ۾ ظاهر پرستي ۽ ان کي سياسي تشدد لاءِ استعمال ڪرڻ جي مخالفت ڪري ٿو، ۽ چوي ٿو ته باطنيت يعني ايمانداري، اخلاق، سچائي، انصاف ۽ امن ئي اسلام جو روح آهي. هو عوام جي راضپي ۽ شراڪت سان حڪومت ڪرڻ کي اهميت ڏيندا هئا.

ان کان سواءِ تصوف جي وڌڻ، ويجهڻ ۽ شروع ۾ اڀرڻ جا ڪي ٻيا سبب به آهن. اسلام جي تاريخ جو مطالعو اسان کي ٻڌائي ٿو ته عالم اسلام جي سڀني حصن ۽ ملڪن ۾، اسان جي ملڪ سميت، جتي به وڏا صوفي سگهورا پيدا ٿيا آهن، اتي صوفي تحريڪ تڏهن اٿي ۽ اڀري آهي جڏهن سماج ۾ ڪو نظام خود ۽ اهو سماج تڪڙو تباهيءَ طرف وڌي رهيو هو ۽ انسانيت ۽ اخلاق جا قدر ۽ اصول نيست و نابود ڪيا پئي وياءِ اسان جي سنڌ ۾ جڏهن به ايمان ۽ ويساهه تي بي اعتمادي ۽ شقي القلبي حاوي پئي ٿي ته ڪو نه ڪو صوفي منش پيدا پئي ٿيو ۽ تصوف جو پرچار ڪرڻ لڳو. اها ڳالهه ان لقاءَ يا مظهر جي سياسي ۽

سماجي پهلو کي نمايان ٿي ڪري ته جڏهن به ڪنهن سماج ۾ سياسي بحران يا گهوٽالا پيدا ٿيا آهن ته اتي ان معاشري هڪ بي باڪ صوفيءَ کي جنم ڏنو آهي. سو انهن ٻنهي مڪتب فڪر ۾ تضاد يا ڏڪر" نه ختم ٿيندڙ سلسلي ۾ وري وري ٿيندڙ لقاءُ يا مظهر آهي. هڪ مڪتب شاهه پرست رهيو آهي ته ٻيو عوام دوست. هڪ اقتدار جو پوڄاري ته ٻيو سچ جو سوداگر. هڪ ڪوڙ ۽ ڪاچڻائيءَ جو مجسمو ته ٻيو سونهن ۽ سچ جي شمع جو پتنگ ۽ پروانو. هڪ پاڻ کي خاص منجهان خاص سڏايو ته ٻي عامن سندو عام. هڪ تنگ نظر ۽ ڪج بحث ته ٻيو آزاد خيال ۽ وسيع قلب. هڪ چيڙاڪ، بخيل ۽ زود رنج ته ٻيو خوش مزاج، زنده دل، ماڻهو ۽ درگذر ڪرڻ وارو. هڪ مشدد هنسا، ۽ لپٽي لامارا ڏئي رت گرم رکڻ جو قائل ته ٻيو، اهنسا، امن ۽ صلح عمل جو قائل. هڪ پٽين، روايتن ۽ تاويلن جو قائل ته ٻيو حقيقت ۽ صداقت ڏي مائل. هڪ هٺيلو ۽ مغرور، ٻيو ماڻو ۽ منڪسر. هڪ نفرتن جو نقيب ته ٻيو محبتن جو مدح خوان. هڪ ظالم، جابر ۽ مغرور حاڪم جو پٺو، پالتو ۽ پگهاردار، ته ٻيو رعيت جي رنج ۽ الم ۾ حيران، پريشان سرگردن سرمست!

تصوف يا صوفي مڪتب فڪر جي ان تاريخي ۽ علمي پس منظر پڙهڻ کان پوءِ، توهان کي هن ڪتاب

پڙهڻ ۾ وڌيڪ سولائي ۽ رهنمائي ٿيندي. اسان جي هيءَ شهيد اعظم شاهه عنايت لانگاهه، سان ٻيا ڀي ڀرين مڪتب فڪر جي رهنمائن، حاڪمن ۽ انهن جي حوارين ۽ پالتن اها ئي ڪئي، جا هن ڀهل ڏاڏين صوفياء ڪرام سان ڏيندي پئي اچي. سخني جي قلم ۽ سپاهيءَ جي تلوار گڏجي، هڪ حق پرست، عوام دوست، روحِ اسلام جي ڄاڻوءَ، ۽ صاحب شريعت ۽ طريقت کي شهادت جي سختي سان روشناس ڪيو، ۽ هيءُ سنڌ جو پهريون سوشلسٽ، ۽ اسلام جي تاريخ جو حضرت ابوذر غفاري ثاني، ابوالڪلام چوائي، سر ڏئي سرخرو ٿيو.

آخر ۾ هن ڪتاب بابت هڪ ٻي ڳالهه چوڻ ضروري ٿو سمجهان. اسان جي سنڌ ۾ عظيم صوفي ۽ شخصيتون پيدا ڪيون آهن ۽ پئي ارڙهين صديءَ جون. هڪ عظيم شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائي، ۽ ٻيو عظيم شهيد شاهه عنايت. هئڻ ته ائين گهرجي ها ته اسان سنڌ جي عالمن، مفڪرن، دانشورن ۽ ليکڪن مان ڪي، ڪو انهن تي تحقيق ۽ تاليف جو ڪم ڪري ها. پر اهو عجيب اتفاق آهي ته ٻنهي عالمي پائي جي عظيم سنڌي شخصيتن تي بنيادي تحقيق ۽ تاليف جو ڪم غير سنڌين ئي ڪيو آهي. شاهه لطيف تي جو ڪجهه ڪم ڊاڪٽر ايڇ. ٽي. سورلي ڪري ويو، اهڙو يا ايترو اڃا ڪنهن سنڌيءَ کان نه پڄو آهي. اهڙيءَ ريت: شاهه عنايت شهيد تي به جو ڪم سبط حسن صاحب

(هي ڪتاب) ڪهڙو آهي، اهڙو يا ايترو هيل تائين ڪنهن
به سنڌي محقق ۽ مورخ کان نه پڳو آهي. اسين ان
لاءِ سبط صاحب جا ٿورائتا آهيون. سندس وڏيڪ مهربانيون
ان فراخدليءَ جون جنهن سان هن پنهنجي ان تصنيف
کي ترجمو ڪري سنڌيءَ ۾ ڇپائڻ جي اجازت ڏني.

ٻئريج روڊ، سکر سنڌ
٧ ڊسمبر، ١٩٨٤ع — رشيد ڀٽي

سنڌو ماٿر اسان جي ماضيءَ جي ماڪ ۽ آئيندي لاءِ سھڻو سپنو آھي. اپکنڊ جي سڀ کان پراڻي تھذيب جي ابتدا ۽ انتھا ھن علائقي ۾ ٿي ٿي، جنھن گذريل ڏھن ھزار سالن جي تاريخ ۾ وڏا وڏا لاھہ چاڙھہ ڏٺا آھن، ۽ جو بيشمار قومن ۽ مذھبن جو آماجگاھہ رھيو آھي. شڪتي وادي مت جا پابند دراوڙ، ويدڪ ڌرم ٿي ھلندڙ آريا، ڏاسي زرتشت جي مڃڻ وارا ايراني، زيوس ۽ اپالو جا پرستار يوناني، ٻڌمت جا مڃتو ھُن ۽ ڪشن، ۽ اسلام جا معتقد عرب، ايراني، ترڪ ۽ افغان؛ سڀني ھڪبئي پويان پنھنجي تھذيبن ۽ ثقافتن جا چٽ ھت ڇڏيا آھن. سنڌي تھذيب دراصل انھن مڙني تھذيبن جي سھڻي ميلاپ ۽ سنگم جو ٻيو نالو آھي.

پر ڪو وقت اھڙو بہ آيو جڏھن معاشرو ماضيءَ جي ڌيڻ ۾ گپجي، اڳئين وقت جون خوبيون وڃائي ويٺو، تڏھن، اڳتي سڀ ورھيہ اڳ، ھڪ مانجھي مڙس گذيل معيشيت جو بنياد رکي، اسان کي اڳتا وڌڻ جي راھہ ڏيکاري. آن ھن سرءَ جي سٿيل سرزمين ۾ ”اڻ ڏٺي گلشن“ جو خواب ڏٺو ۽ پنھنجي ”وقت کان اڳ“ جي سنھري سپني جي تعبير ۾ شھادت ماڻي. ان نيڪ نيت بزرگ جو نالو شاھہ عنايت الله ھو. ٺٽي کان ۳۵ ميلن جي پنڌ تي، جھوڪ نالي وسنديءَ ۾، آن جي

مزار اڄ بہ عام ۽ خاص زيارتگاھ آهي. پري پري کان پانڌيئڙا کهي اچي مقدس تربت تي عقيدت جا گل چڙهيندا آهن، پر شاھ عنايت جي شهادت جي ڪارڻ ۽ محرڪن جي ڇاڻ تمام ٿورن ماڻهن کي آهي.

شاھ عنايت جي ڄم جو پتو نہ پئجي سگهيو آهي، پر ايترو سو خاطريءَ سان چئي سگهجي ٿو تہ هو ۱۷ صدي عيسويءَ ۾، شهنشاھ اورنگزيب عالمگير جي عهد ۾، ٺٽي جي هڪ الله لوڪ خاندان ۾ پيدا ٿيو. تحفة الڪرام پٽاندر سندس وڏو باني ڏاڏو مخدوم سڏو لانگاھ پرڳڻي جي ٻٺوري پرڳڻي جي نصرپور ڳوٺ جو رهاڪو هو. هو ايران توران کان ڪونہ آيو هو، پر هتان جي خمير مان ئي اُٿيو هو ۽ لانگاھ قوم جو فرد هو.

شاھ عنايت جو والد مخدوم فضل الله هڪ بي ريا درويش هو. تحفة الڪرام جو مصنف مير علي شير قانع شاھ عنايت جي ابتدائي تعليم جي ڏس ۾ ماٺ آهي، پر لکي ٿو تہ، ”پير حق شناس، بنياد شريعت مرشدن جي مرشد، زماني جي ولي، ڌڻيءَ جي دربار جي پياري، شاھ عنايت الله صوفيءَ، منڍ ۾، حق جي ڳولا ۾ گهڻو سير سفر ڪيو ۽ گهڻي وقت کان پوءِ وڃي دکن ۾ شاھ عبدالملڪ سان مليو.“ اُن جي صحبت مان فيض پرائي شاھ عنايت دهليءَ ڏانهن منهن موڙيو ۽ اتان جي هڪ بزرگ شاھ غلام محمد کان ظاهري علم حاصل

ڪيو. پر استاد ته شاگرد جي شخصيت جو ايڏو اثر ٿيو جو هو شاهه عنايت سان ئي هليو آيو. شاهه غلام محمد کي شريعت کان طريقت وڌيڪ پياري پوندي هئي. ان ڪري مير علي شير لکي ٿو، ”ئي جي عالمن کيس تعزير لاءِ شرعي عدالت ۾ پيش ڪيو. جيئن ته الله لوڪن کي سدائين عالمن کان ايذاءُ رسندو آهي، شاهه عنايت استاد غلام محمد کي دهليءَ موٽي وڃڻ جي صلاح ڏني، ۽ هو دهليءَ موٽي ويو. شاهه عنايت ننڍو ڇڏي اچي جهوڪ ۾ وٿاڻ ڪيا.

شاهه عنايت جڏهن سانئين ۾ پير پاتو، تڏهن مغل سلطنت جو سج تڪڙو تڪڙو لهڻ جي ڪري رهيو هو. اورنگزيب جيتوڻيڪ اڪبر اعظم جيان پنجاهه سال کن حڪومت ڪئي، پر سندس حڪومت کي اڪبري دور جهڙو امن ۽ استحڪام ڪڏهن به نصيب نه ٿيو. هن شهنشاهه جو سڄو وارو زمانو پيءُ ۽ ڀائرن کي رستي تان هٽائڻ ۾ صرف ٿيو. پوءِ ترت ئي دکن جون ڪاهون ۽ معرڪا شروع ٿيا. ٻي طرف مرهٽن، سکن ۽ راجپوتن گوڙ گهمسان مچايو ۽ جتي ڪٿي بغاوتون ٿيڻ لڳيون. مرڪز جي پڪڙ ڍري ٿي ته جاگيرداري نظام جي تباهين ۽ سازشن رنگ ڪيڻ شروع ڪيا. اهڙين حالتن ۾ سنڌ جهڙي ڏورانهين علائقي جي ڪاڻ يا ڳڻتي ڪنهن کي هئي! صوبي جو امن ۽ انتظام درهم برهم ٿي ويو. جاگيردارن جو مڪو مچي ويو ۽ هر طرف ڦرلٽ جي بازار لڳي ويئي.

سنڌ ٽن ڏيهين ۾ حصن ۾ ورهايل هئي. اتر سنڌ، جو ٻکر صوبو سڏبو هو ۽ سندس گادي ٻکر (سکر) هئي، ۽ ڏکڻ سنڌ جو ٺٽو صوبو سڏبو هو ۽ آن جي گادي ٺٽو هو.

اتـر سنڌ، ملتان صوبي جي چوٿين سرڪار ليکي ليکي ويندي هئي، ۽ اتان جو حاڪم ملتان جي صوبيدار جو زيردست هو. ات ١٥٧٤ع ۽ ١٦٧٩ع جي وچ واري عرصي، يعني ١٠٥ سالن ۾ پنجاهه حاڪم مقرر ٿيا. انهن جي حاڪمي جي مدت سراسري في حاڪم ٻه سال ٿئي ٿي. اورنگزيب جي ڏينهن ۾، سلطنت جي ڪمزوريءَ سياسي ڪسمپرسي جو اندازو ان ڳالهه مان لڳائي سگهجي ٿو ته ١٦٧٩ع وارين فوجي مهمن ۾ ناڪاميءَ ڪان پوء، اتر سنڌ جو علائقو ميان يار محمد ڪلهوڙي جي حوالي ڪيو ويو ۽ وري اتي ڪو مغل حاڪم نه آيو. ڏکڻ سنڌ، جتي مرزا جاني بيگ ترخان خودمختيار حاڪم هو، ١٥٩٩ع ۾ اڪبر اعظم جي حڪم تي مغلن فتح ڪئي هئي. مگر دورانديش اڪبر مرزا جاني بيگ سان وفاداريءَ جو عهدنامو ڪري رياست کيس واپس ڪري ڇڏي هئي. جاني بيگ جي مرڻ پڄاڻا سندس پٽ مرزا عيسيٰ خان ترخان، سنڌ جي هن ڏن پٽرو رياست جو مالڪ تسليم ڪيو ويو. پر ان جي موت بعد جهانگير سنڌ کي ١٦١٤ع ۾ الڳ صوبو بڻايو. ٺٽي ۾ ١٦١٤ع ۽ ١٧٣٢ع (١١٨ سال) درميان ٦٧

صوبيدار آيا ۽ ويا. انهن جي ملازمت جو عرصو سراسري ڏيڍ سال في ناظم هو. انهن مان ڪن ته ننڍي اچڻ جي تڪليف به گوارا نه ڪئي ۽ پنهنجا نائب موڪليندا رهيا. لاهري بندر، جو سنڌو ماٿر جو اڪيلو وڏو بندر هو، مرڪز جي ملڪيت قرار ڏنو ويو. ان ڪري صوبي جي آمدني گهٽجي وئي ۽ سياسي اهميت به گهٽجي وئي. ان ڪري، اڪثر، گهٽ رتبي وارن منصب دارن کي ننڍي جو صوبيدار مقرر ڪيو ويندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ته سيوهڻ يا بکر جي ڪنهن فوجدار کي صوبيدار ڪري ننڍي موڪليو ويندو هو. نيٺ ننڍي پرڳڻي جو به اهو ئي حشر ٿيو جو بکر جو ٿيو. ١٧٣٢ع ۾ نواب امير خان کي سڄو صوبو جاگير ڪري ڏنو ويو. ان وري اهو هڪ شخص دلير خان ولد دلبر خان کي پٽي تي ڏئي ڇڏيو. دلير خان مئو ته صادق خان پٽيدار بڻيو. هن کي مقاطعي ۾ گهاٽو پيو، جنهن ڪري هن ڏکڻ سند به ١٧٣٨ع ۾ نور محمد (خدا يار خان) ڪلهوڙي کي سونپي ڇڏي.

ننڍي جي صوبي ۾ چار سرڪارون هيون. ننڍو، نصرپور، چاچڪان ۽ چاڪرهالا. صوبي جي حاڪم کي ناظم چئبو هو. سرڪار جو حاڪم فوجدار ۽ پرڳڻي جو والي شقه دار سڏبو هو. ان کان سواءِ امن امان ۽ انتظام جي فرضن جي بجا آوريءَ لاءِ ديوان، بخشي، عامل، وقائع نويس، قاضي، محتسب، صدر، مقدم، قانون گو،

پٽواري، متصدي، ڪارڪن، سجاول ۽ ارباب مقرر هوندا هئا. جن مان وقائع نويس مرڪزي سرڪار جو عيوضي هوندو هو. سندس ڪم مرڪز ڏانهن علائقي جي انتظام ۽ اعمالن جي ڪجهي رپورٽ موڪلڻ هوندو هو. اهو پتو نه ٿو پوي ته باقي ٻين عهديدارن جي مقرري مرڪز ڪندو هو يا آهي صوبيدار رکندو هو. پر ايترو سا پڪ آهي ته لڳ ڀڳ سڀ عملدار ترڪن ۽ ايرانين لاءِ مخصوص هوندا هئا، پوءِ پَل ته اهي سڌو دهليءَ کان ايندڙ هجن يا سنڌ ۾ آباد ٿيل پراڻا ترڪ، ايراني يا عرب خاندانن جا فرد هجن. ان جو سبب شايد اهو هو ته مقامي ماڻهن سلطنت جي سرڪاري زبان فارسيءَ جا خيرڪو ڄاڻو هوا.

## زرعي نظام جي اوسر:

هتان جي پراڻن سياسي نظرين مطابق زمين هارين جي گڏيل يا ذاتي ملڪيت مڃي ويندي هئي، ۽ رياست جي ملڪيت نه هوندي هئي، پر هارين کي پيدائش جو هڪ مقرر حصو رياست کي ڏيڻو پوندو هو. سڀ ڳوٺ وارا پيداواري عمل ۾ هڪٻئي جو هٿ ونڊائيندا هئا. واجبات ۽ بقايائن جي وصولي ۽ ادائگي ڳوٺ جي مکيءَ جي ذميداري هوندي هئي. (حوالو: ڪوتليا: ارٿ ساستر، ڪتاب ٣، باب ٩-١٠، ۽ البيروني: ڪتاب الهند، جلد- ٢).

مسلمانن جي دور ۾ (٧١٢ع کان ١٨٤٣ع) سنڌ ۾ هڪٻئي پويان ٻارهن ڌار ڌار گهراڻا اقتدار جا مالڪ ٿيا. انهن ۾ سومرا، سما، ڪلهوڙا ۽ ٽالپر نج مقامي ماڻهو هئا. پر ذات پات ۽ نسلي وڏائيءَ جو لاڙو اسان جي پڙهيل ڳڙهيل طبقن ۾ وچڙندڙ مرض جيان عام آهي ۽ اسان کي هن سرزمين سان ناتو جوڙيندي شرم ايندو آهي. ان ڪري هرڪو اهو ڪوشش ڪندو آهي ته پنهنجو نسلي رشتو عرب، عراق، ايران يا ترڪستان سان ڳنڍي، ۽ ثابت ڪري ته اسان جا وڏڙا ٻاهر کان آيا هئا. ڪوبه اهو مڃڻ لاءِ تيار نه آهي ته ڪو سنڌس وڏڙا هتان جا ئي واسي هئا جي پوءِ مسلمان ٿي ويا. ڏک جي ڳالهه اها آهي جو اسان جا ڪي مورخ به ان مرض کان منهن نه موڙي سگهيا آهن. مثال طور مولانا غلام رسول مهر ”تاريخ سنڌ- ڪلهوڙا دور“ (اردو) ۾ ٣٥ صفحا اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ۾ وڃايا آهن ته ڪلهوڙا عباسي آهن. اهڙي طرح مولانا اعجازالحق قدوسي، ”تاريخ سنڌ: جلد-١“ ۾، تاريخ معصومي، تاريخ طاهري، مولانا سيد سليمان ندوي، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ۽ انگريز مورخن جي مڙني دليلن کي رد ڪندي، دعويٰ ڪئي آهي ته ”سومرا عرب هئا جي هندستان ۾ اچي آباد ٿيا هئا.“ جيتوڻيڪ سومرا، سما ۽ ڪلهوڙا گهراڻن جي ڀائين جي نالن ۽ انهن جي راڄوڻن ريتن رسمن مان ئي سنڌن سنڌي اصل نسل هئڻ

جو نہ ريئجو جوکو ثبوت ملي ٿو. پونگر، دودو، سنگھڙ، پٿو، گھنور، چنيسر، ڪڇ ۽ پيل وغيره سنڌي نالا ٿي سگھن ٿا نہ کي اولھہ ايشيا جا.

مقامي حڪمرانن جي دور ۾ حاڪم ۽ محڪوم جو فرق جيتوڻيڪ موجود هو، پر وڏي يا وچولي ايتري ويڪري نہ هئي، جيتري غيرملڪي يا ڌارين حاڪمن جي دور ۾ ٿي. سومرا هجن يا سما، ڪلهوڙا يا ٽالپر، انهن جي رهڻي ڪهڻي، رسم رواج، ٻولي، تهذيب ۽ ثقافت عام ماڻهن کان مختلف نہ هيون، ان ڪري رعيت کي اوپرائپ جو هرگز احساس نہ ٿيندو هو. ان کان سواء انهن جي دور حڪومت ۾ سنڌ جو ڌن دولت سنڌ ۾ ئي رهندو هو ۽ عام خلق کي بہ سڌيءَ يا اڻ سڌيءَ طرح ان مان لاڀ پلئہ پوندو هو. سنڌ جي دولت خراج جي شڪل ۾ دمشق، غزني يا دهليءَ نہ ويندي هئي. هيرو ڊوٽس پنهنجي مشهور ڪتاب ”دي هسٽريز“ ۾ لکي ٿو تہ دارا اعظم جي ڏينهن ۾ سنڌ جو صوبو سون جا ٢٣١ ٽڪرا خراج طور موڪليندو هو. اهڙيءَ طرح خلافت بني اميہ ۽ بني عباس جي ڏينهن ۾ سنڌ کي هر سال ١٥ لک درهم خراج ادا ڪرڻو پوندو هو. ٽين ڳالهہ اها آهي نہ ملڪي حڪومت جي زماني ۾ سرڪاري نوڪريون مقامي ماڻهن کي ملنديون هيون. صوبيدار يا شقيدار ٻاهران آڻي مڙهيا نہ ويندا هئا ۽ نہ ئي فوج جا عملدار ۽ سپاهي غير سنڌي هوندا هئا.

هباري قريش، ارغون ۽ ترخان جيتوڻيڪ ٻاهران آيا هئا، پر انهن سنڌ ۾ دائمي رهائش اختيار ڪئي هئي. شادي وغيره به مقامي خاندانن مان ڪندا هئا ۽ انهن ۾ رلي ملي ويا هئا. انهن جي ابتڙ مغل شهنشاهن جي عهد ۾ سنڌ جي حيثيت بلڪل مفتوح علائقي جهڙي هئي. مڙئي مک ۽ ذميدار عهدا ترڪ ۽ ايراني نسل وارن کي ڏنا ويندا هئا ۽ انهن کي هر قسم جون رعايتون حاصل هيون، جڏهن ته سنڌ جي حقيقي باشندن کي صوبي جي انتظام ۽ اختيار ۾ ڪوبه دخل نه هوندو هو.

سنڌي ۽ غيرسنڌي گهراڻن جي حڪومت جي ان فرق جي باوجود، انگريزن جي اچڻ کان اڳ (١٨٤٣ع) هتان جي سماج ۾ هزار سالن جي ڊگهي عرصي دوران ڪابه بنيادي تبديلي نه آئي. حڪومتون مٽبيون رهيون پر طرز حڪومت لڳ ڀڳ هڪ ڪري رهي. نه قبيلي وارو نظام بدليو ۽ نه ئي پيداوار جي وسيلن ۽ پيداواري ناتن رشتن ۾ ڪو فرق آيو. جي اوزار ۽ وسيلا گوتم ٻڌ جي زماني ۾ استعمال ٿيندا هئا، سي ئي مغلن جي زماني ۾ به واهپي ۾ رهيا. حڪومتون اينديون ۽ وينديون رهيون پر ٻهراڙيءَ جي زندگي پراڻي پيچري تي ئي هلندي رهي. تاريخ ۾ گهوڙهو وڃي ڏس سان اندازو ٿي ويندو ته خالص سنڌي حڪومتن جي عهد ۾ به سرڪار ۽ دربار جو سارو ماحول ايراني هو. دربار ۾

فارسي ڳالهائي ويندي هئي. سرڪاري دفترن جي زبان فارسي هئي. ليڪ پڙهه فارسي ۾ ٿيندي هئي. شعر شاعري فارسيءَ ۾ ٿيندي هئي ۽ ڪتاب به ان زبان ۾ لکيا ويندا هئا. مڪتبن ۽ مدرسن ۾ تعليم جو وسيلو فارسي زبان هئي. ان ڪري جيڪي ڪتب ايران، عراق، ترڪستان ۽ افغانستان کان پاڄ ڪاٿي هتي ايندا هئا ته انهن سان نيارو سلوڪ ڪيو ويندو هو. کين نوڪريون ۽ زمينون سولائي سان ملي ويندي هيون. سنڌ ۾ پيرن ۽ سيدن جي گهڻائي سنڌين جي ان فراخدليءَ ۽ مهمان نوازيءَ جو ئي نتيجو آهي.

اسلام جي لحاظ کان زمين جو مالڪ الله آهي. پر ان کان اڳ زمين ان ماڻهوءَ جي ملڪيت سمجهي ويندي هئي جو ان کي کيڙيندو هو ۽ راهيندو هو. هاريءَ ناريءَ ذريعي کيتيءَ جي اجازت نه هوندي هئي. ڊاڪٽر ضياءالحق پنهنجي تحقيقي تصنيف (Landlord and Peasant in Early Islam) ۾ ان مسئلي تي اپٽار سان لکيو آهي ۽ حديثن جي حوالن سان ثابت ڪيو آهي ته پاڻ سڳورن زمين هارپ يا بٽئيءَ تي ڏيڻ کان روڪيو هو. (ڊاڪٽر صاحب جي راءِ ۾ رڳو اهي حديثون اعتبار جوڳيون آهن جن ۾ هارپ جي منع ڪيل آهي. ۽ جن حديثن ۾ هارپ جي اجازت آهي اهي عباسي دور جون ڳنڍيل ۽ گهڙيل آهن). امام ابو يوسف به ڪتاب الخراج ۾ هارين جي حق ملڪيت

کي تسليم ڪيو آهي (ڏسو پروفيسر شيخ عبدالرشيد جو انگريزي مقالو ”سلاطين دهلي جي ڏينهن ۾ نظام آراضي، ١٩٦٢ع).

اسلامي حڪومتن ۾ جاگيرداري نظام کي سڀ کان پهريائين بنواميه خليفن رواج ۾ آندو. انهن ساساني ۽ بازنطيني شهنشاهن جيان زمين جا وڏا وڏا پٽا پنهنجي خاندان جي فردن يا ٻين واسطيدارن کي انعام يا وظيفي طور ڏئي ڇڏيا (ڏسو: هسٽري آف دي عربس- فلپس. ڪي. هٽي). ان قسم جي انتقال کي ”اقطاع“ يا جاگير چوندا هئا. جاگيرداري سنڌ ۾ به بني اميه جي ڏينهن ۾ ان وقت رواج ۾ آئي جڏهن عرب خاندان هتي اچي آباد ٿيڻ لڳا. عباسي خليفي المتوڪل جي ڏينهن ۾ (٨٤٧-٨٦١ع) جڏهن فوج جي نئين سر تنظيم ڪئي وئي ته فوجي ڪماندرن کي اقطاع يا جاگير جون زمينون انهن علائقن ۾ عطا ڪيون ويون جتي هو انتظام ۽ امن امان لاءِ مقرر ٿيندا هئا (اسلامڪ هسٽري جلد- ٢، ايم. ايڇ شعبان، لنڊن). جاگيرداريءَ جو هي نئون روپ هو، ڇاڪاڻ ته ان کان اڳ زمينون رکيو ڪيل اڳين خدمتن جي عيوض ۾ يا انعام طور ڏنيون وينديون هيون. پر هينئر نئين نظام هيٺ زمينون سرڪاري عهديدارن کي فوجي يا انتظامي خرچ پکي جي پوراڻيءَ لاءِ، يا روڪ معاوضي جي بدلي ۾ به ملڻ لڳيون.

سلاطين دهلي جي عهد ۾ اقطاع جي ابتدا سلطان التمش (١٢١٠-١٢٣٦ع) ڪئي (تاريخ فيروزشاهي - ضياء الدين برني). هن جي پوئيرن به سندس پيروي ڪئي. بلبن، دهليءَ کي مغرور ميواتين کان بچائڻ لاءِ، دارالسلطنت جي آس پاس ۾ دوآبي جون جاگيري زمينون ٻه هزار پٺاڻ لشڪرين ۾ ورهائيون. (افغانس اِن انڊيا - ايم. اي. رحيم) سلطان علاؤالدين خلجيءَ، جو تاج پوشيءَ کان اڳ ڪڙا الله آباد جو مقطيع يا جاگيردار رهي چڪو هو، لشڪرين کي زمين ڏيڻ جو طريقو بند ڪري ڇڏيو ۽ روڪ پگهارن ڏيڻ جو طريقو رائج ڪيو. پر شاهه فيروز تغلق پراڻي روايت وري تازي ڪئي. هن عين الملڪ کي ملتان جو صوبو، ملڪ بير خان افغان کي بهار جو صوبو، ۽ ملڪ افغان خان کي روهيل کنڊ بطور اقطاع يا جاگير عطا ڪيا. لوڌين جي زماني ۾ اقطاع ۾ اڃا به اضافو ٿيو. اقطاع جي عيوض مقطيعن يا جاگيردارن تي واجب ٿيو ته هو پنهنجي علائقن ۾ امن امان ۽ بچاءُ لاءِ فوج رکن ۽ سلطان جي گهُر ڪرڻ تي لشڪر سميت اچي حاضر ٿين. اهڙي ريت جونپور جي جاگيردار جمال خان وٽ ويهه هزار لشڪر هئا. پنجاب جي جاگيردار تاتار خان وٽ پندرهن فوجي سپاهه هو، ۽ الهه آباد جي جاگيردار اعظم همايوني سرواني وٽ پنجيتاليهه هزار سوار ۽ ست سؤ هاٿي هئا. (افغانس اِن انڊيا).

اقطاع جو سلسلو ايترو وڌي ويو جو وڏن جاگيردارن ننڍا ننڍا جاگيردار مقرر ڪرڻ شروع ڪيا. مثال طور اعظم همايون سرواڻيءَ، سيف خان کي ڇهه هزاري، دولت خان کي چار هزاري، ۽ فيروز خان کي ڇهه هزاري جاگيردار مقرر ڪيو. اسلام شاهه سوريءَ (١٥٤٥–١٥٥٣ع) وڏن جاگيردارن جي زور ٽوڙڻ لاءِ ”جمع ولايت را خالصه ساخته“ يعني پوري مملڪت کي شاهي ملڪيت قرار ڏنو، ۽ روڪ ادائگيءَ کي وري رائج ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. پر هو ڪامياب نه ويو. هن جي عهد حڪومت ۾ ”منصب داري“ جي شروعات ٿي. هي هڪ نج فوجي عهدو هوندو هو ۽ پنجاهه کان ويهه هزار سپاهين جي سردار کي خزاني مان روڪ ادائگي ٿيندي هئي، ۽ جاگير نه ڏني ويندي هئي. عبدالقادر بدايوني منتخب التواريخ ۾ لکي ٿو ته اهي افغان جاگيردار ۽ منصب دار ٿي هئا جن پهريون بابر ۽ همايون سان مهاڏو ڪيو ۽ پوءِ اڪبر سان سامهون پيا، ۽ جن کي ختم ڪري اڪبر افغان اميرن جي اثر رسوخ کي ختم ڪيو ۽ انهن جي جاءِ تي ترڪ، مغل ۽ ايراني منصب دار مقرر ڪيا هئا.

منصب داري نظام جي برائين تي اسان پنهنجي ڪتاب ”پاڪستان ۾ تهذيب ڪا ارتقاء“ ۾ وچور سان ٽيڪا ٽپڻي ڪئي آهي. اسان لکيو هو ته اپکنڊ جي معاشي ۽ سياسي اوڻائيءَ جي وڏي ذميداري ان فيوڊل نظام تي

اچي ٿي. ان نظام واري اقتدار جي وسعت ۽ غلبي جي ڪري ملڪ ۾ اهي سماجي حالتون پيدا نه ٿي سگهيون، جن ۾ سرمايه داري نظام کي وڌڻ جو موقعو ملي ها. نه صنعت ڪارن، وياج خورن ۽ واپارين جو طبقو ايترو سگهارو ٿيو جو سياسي اقتدار ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿيڻ جو مطالبو ڪري يا طاقت رستي اقتدار تي قبضو ڪري؛ ۽ نه ئي دستڪاريءَ واريون صنعتون خودڪار صنعتن ۾ تبديل ٿي سگهيون جيئن يورپ ۾ ٿيو. اها دعويٰ پنهنجي جاءِ تي درست ٿي سگهي ٿي، پر وچين دور جي تاريخي حالتن ۾ انتظام ۽ اختيار جو ڪو ٻيو طريقو ممڪن هو؟ ڇا دهليءَ جا سلطان، پٺاڻ توڙي مغل، تاريخ جي ڏاڍ ۽ جبر کان جان ڇڏائي پئي سگهيا؟ اسان جي خيال ۾ انهن لاءِ اهو ممڪن نه هو. حقيقت اها آهي ته شخصي حڪومتن ۾ نمائنده ادارا مهڙان ئي اڻ لڀ هوندا آهن. هر حاڪم تخت ۽ تاج جي سلامتي پنهنجو بنيادي فرض سمجهندو آهي. ان ۾ ڪو شڪ نه آهي ته سگهارو ۾ سگهارو بادشاهه به پاڻ اڪيلي سر پنهنجو بچاءُ نٿو ڪري سگهي. هن کي ڪنهن نه ڪنهن ٽولي يا طبقي جو ساٿ ۽ سهڪار وٺڻو ئي پوي ٿو ۽ ان سهڪار جي قيمت اختياريءَ ۾ شراڪت جي شڪل ۾ ادا ڪرڻي ٿي پوي. دهليءَ جي سلطانن اهو ساٿ ۽ سهڪار جاگير ۽ منصب ڏئي حاصل ڪيو.

مثال طور صوبن جي سرڪارين ۽ انتظام ڪي ڏي ڏسو. پر اها حقيقت به ذهن ۾ رکو ته ١٧ ۽ ١٨ صدي ۾ مرڪز ۽ صوبن جي وچ ۾ لاڳاپن ۽ رابطي جون اهي سهوليتون موجود نه هيون جي اڄ آهن. ان ويل نه ريل گاڏي هئي نه موٽرگاڏي ۽ نه هوائي جهاز، نه تار هئي نه ٽيليفون ۽ وائرليس. اهڙيءَ صورت ۾ رڳو اهو ئي ممڪن هو ته معتبر ۽ وفادار درباري اميرن کي صوبن جو نگهبان بڻايو وڃي. روڪ ادائگي ممڪن نه هئي، ڇو جو سڪن جو رواج تمام گهٽ هو. سڪن جو رواج ان ڪري گهٽ هو جو جاگيرداري نظام ۾ شيون بازار ۾ وڪري لاءِ تمام گهٽ ٺهنديون هيون. ان ڪري سرڪاري عهديدارن جي پگهار يا معاوضو زمين يا جنس جي شڪل ۾ ادا ٿيندو هو. ڪو به بادشاهه فيوڊلزم جي چڪر ۾ رهي بچڙائيءَ جي ان گهيري مان نڪري ئي نـه سگهندو هو، ۽ جي ڪڏهن ڪنهن ڪوشش ڪئي ته به اهو ناڪام رهيو. علاوالدين خلجي، محمد بن تغلق ۽ اسلام شاهه سوريءَ جا تجربا ان ڪري ڪامياب نه ٿي سگهيا.

اختيارن ۾ شراڪت جي ٻي صورت اها ٿي پئي سگهي ته صوبائي ايڪاين جي حق خوداختياريءَ کي تسليم ڪيو وڃي ۽ انهن جو انتظام چونڊيل نمائندن جي حوالي ڪيو وڃي ها، جيئن آمريڪا ۾ ٿئي پيو. پر اهو تڏهن ممڪن هو جڏهن خود مرڪز ۾ چونڊيل

نمائنده حڪومت موجود هجي ها. پر وچڙه دور ۾، جڏهن اقتدار اعليٰ جو سرچشمو رياست جا باشندا نه، هڪ شخص هوندو هو ۽ باشندن جي حيثيت شهرين جي نه پر رعيت جي هوندي هئي، ان قسم جي حڪومت جو تصور ڪرڻ به ممڪن نه هو. وچين دور جو هندستان پنجين صدي قبل مسيح جي يونان کان ٻه ٻه هزار سال پٺتي هو.

(١) مغل سلطنت جي عمارت به جاگيرداري نظام جي پيڙهه تي بيٺل هئي. جيتوڻيڪ اصولي طرز زمين رياست جي ملڪيت هئي ۽ رياستي سربراهه کي ان تي پورو پورو وس ۽ اختيار هو، تڏهن به قبضي جي لحاظ کان زمين جا چار قسم هئا: (١) خالصه (٢) جاگير (٣) سيورغال يا مدد معاش يا انعام (٤) زمينداري. خالصه جون زمينون بادشاهه جي ذاتي ملڪيت هوندي هئي. سنڌ ۾ مغلن جي ڏينهن ۾ خالصه زمينون تمام گهٽ هيون (ڊاڪٽر انصار زاهد خان: هسٽري اينڊ ڪلچر آف سنڌ). ۽ ٻين حصن ۾ ورهايل هيون. پهريون خالصه سلطاني، جن جي آمدني شاهي خزاني ۾ شامل ٿيندي هئي. ٻيو اهي زمينون جي صوبيدارن، فوجدارن ۽ حاڪمن جي ڪفالت ڪنديون هيون. هي عهديدار پاڻ هارپ ڪرڻ جي بجاءِ زمينون ٺيڪي تي ڏيئي ڇڏيندا هئا، ۽ اهڙيءَ طرح ڊاڪٽر انصار احمد زاهد چوائي، پوري معيشت جي تباهيءَ جو ڪارڻ ٿيندا هئا. اها

شڪايت پنهنجي جاءِ تي جائز ٿي سهي، پر سرڪاري عهديدار ملڪي انتظام سنڀالڻ ۽ اختيار هلائڻ سان گڏوگڏ کيتي واڙي ڪيئن ڪن ها! هو زمينون مقاطعي تي ڏيڻ لاءِ مجبور هئا. خالصه جون زمينون گهڻو ڪري ڏاڍيون زرخيز هونديون هيون. ان جي مجموعي ايراضي ⅓ ۽ ⅔ جي وچ ۾ گهٽبي وڌبي هئي. شاهجهان جي دور ۾ خالصه ديهن جو تعداد ٥٧ هزار ۽ ان جي آمدني ٣ ڪروڙ ١٥ لک روپيا هئي. شاهجهان کان پوءِ خالصه جي زمين به اجاري (ٺيڪي) تي ڏيڻ ۾ اچڻ لڳي. نظام الملڪ آصف جاه محمد شاهه (١٧١٩-١٧٤٨ع) کي مشورو ڏنو ته جيئن جو خالصه محال جي اجاري داريءَ ملڪ کي تباهه ڪري ڇڏيو آهي، ان ڪري اهو سرشتو روڪيو وڃي. (پروفيسر عرفان حبيب) مگر هن کي ڌيان ئي ڪين ڏنو ويو.

(٢) جاگيردار طبقو حڪومت جو ٻانهن ٻيلي هو گهٽ ۾ گهٽ مٿي زمين ان طبقي جي متصرفي ۾ هئي. مغلن جاگيرداري ۽ منصب داري کي ملائي فوجي رياست جو جيڪو نظام رائج ڪيو، ان ڪري جاگيردار طبقو بادشاهه جي رحم ڪرم جو ٿورائتو ٿي پيو. شاهي گهراڻي جي ڀاتين ۽ وزيرن کان وٺي صوبن جي ناظم ۽ ان جو ماتحت عملو، سڀيئي فوجي عهديدار هوندا هئا ۽ منصب دار سڏائيندا هئا (تاريخ مظهر شاهجهاني- يوسف ميرڪ). اهي منصب دارين ڏهه هزاريءَ

ڳان شروع ٿينديون هيون ۽ ڏهن سوارن تي ٽـوڙ ڪنديون هيون. منصب دارن جي رتبي جو نمبرو ان نسبت سان (تعداد) ڪيو ويندو هـو ۽ اُن حساب سان ئي انهن کي سرڪاري خدمت جي بجا آوريءَ لاءِ روڪ پگهار جي بدلي جاگيرون ڏنيون ويندون هيون. جيڪي نه هو فوجي به هوندا هئا، نواب به ٻيا، ۽ شهري انتظاميه جا رڪن به (انڊو انسڊ هسٽري آف انڊيا_ آر. سي. مجمدار). منصب دارن جي بدليءَ، برطرفيءَ يـا موت جي صورت ۾ انهن جي جاگير رياست ڏانهن موٽندي هئي. جيئن ته سرڪاري عهدا موروثي نه هئا ان ڪري جاگيرون به موروثي نه هيون. وڏن منصب دارن (جهڙوڪ صوبيدار) جي مقرري ۽ بدلي به ڪنهن قاعدن يا نيمن انوسار ڪونه ٿيندي هئي، پر بادشاهه جي مرضيءَ تي هوندي هئي. ان ڪري انهن عهديدارن کي ڪا پڪ ڪانه هوندي هئي ته هو ڪڏهن بدلي يا بـرطرف ڪيا ويندا. هـو پنهنجا فـرض نهايت ئي غيريقيني جي صورت ۽ حالت ۾ ادا ڪندا هئا.

وڏا وڏا جاگيردار ورلي ڪو پنهنجي جاگيرن تي ويندا هئا. هو پاڻ شاهي دربار سان لاڳاپجي آگري، دهلي ۽ لاهور ۾ عيش ڪندا وتندا هئا ۽ جاگيرن جي سار سنڀال عاملن جي حوالي ڪري ڇڏيندا هئا. هنن جو ان سان ڪو مطلب نه هو ته جاگير کي ترقي ڏجي، پيدائش وڌائجي، غيرآباد زمين آباديءَ هيٺ آڻجي

يا آبپاشيءَ جو نظام درست ۽ بهتر ڪجي. هو سوچيندا هئا ته سندن اهو منصب ڪن ڏينهن لاءِ آهي، خبر نه آهي ته ڪڏهن بدليءَ جو حڪم اچي، پوءِ ڇو ويهي جاگير جو فڪر ڪريون. ان ڪري جيڪو وقت رهي سگهون، ان ۾ جيترو گهڻو سهيڙي سگهون اوترو چڱو. هو پنهنجون جاگيرون اجاري يا ٺيڪي تي ڏئي ڇڏيندا هئا ۽ اڳڪي اَن ڍل لاهڻ خاطر، ٺيڪيدارن کان اڳواٽ ئي رقم وصول ڪري ڇڏيندا هئا. اها رقم ”قبض“ سڏبي هئي. شاهجهان جي ڏينهن ۾ ته حالت اها اچي بيٺي جو زمين جي سودي ئي وچ بعد به جي ڪو شخص قبضي جي رقم وڌيڪ آڇيندو هو ته مقرر ٺيڪيدار کي بيدخل ڪري زمين اُن جي حوالي ڪئي ويندي هئي. ان بدعهديءَ ۾ ڏاڍائي جو نه ڪو داد هو نه فرياد. پروفيسر عرفان حبيب جي تحقيق مطابق سنڌ ۾ جاگيرن جي انتظام ۾ مقامي ماڻهن کي شريڪ نه ڪيو ويندو هو. خالصه ۾ به اهو ئي دستور هو. رڳو پرڳڻي جو قانونگوئي مقامي ماڻهو هوندو هو.

اها اجاريداري هڪ اهڙي وڏي لعنت هئي جنهن کان سنڌ جو هاري ناري سنڌي حاڪمن جي عهد ۾ بچيل هو. شاهجهاني دور جو سڀ کان وڌيڪ مستند مستحق ۽ مورخ يوسف ميرڪ، جو پاڻ به جاگيردار طبقي سان وابسته هو (سندس پيءُ ابوالقاسم نمڪين بکري ۽ وڏو ڀاءُ ابوالبقا ٺٽي صوبيدار رهيا آهن) مرزا

عيسيٰ خان ترخان جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته جي ڪڏهن ڪو ماڻهو ڪيس چوندو هو ته فلاڻو پرڳڻو، جنهن جي مالي وصولي ويهه هزار رپيا آهي. لک جي عيوض ٺيڪي يا اجاري تي ڏئي ڇڏيو، ته هو قبول نه ڪندو هو. ڇو جو هو چاهندو هو ته "اجاري داريءَ ۾ ملڪ جي ويراني آهي، ڇو ته ان ۾ حاڪم رعيت کان هٿ ڪڍي ويهندو آهي ۽ ٺيڪيدار رعيت تي حاوي ٿي ويندو آهي ۽ ٺيڪيدار جا ماڻهو غريب رعيت سان پنهنجي ڪيئي پيا ڪندا آهن. اجاري داري منڍ ۾ سڪل گاهه ۽ باهه جيان سڀئي لڳندي آهي ۽ روشني ڏيندي آهي، پر آخرڪار ان جو نتيجو مڪمل تاريڪي ۽ ڪاريءَ وارا ڪک آهي.

(٣) "سيورغال" يا مدد معاش اهي زمينون هونديون هيون، جي مڪتبن ۽ مدرسن جي خرچ لاءِ، يا عالمن، فاضلن ۽ سيد خاندانن جي گذر بسر لاءِ بطور معافي ڏنيون وينديون هيون. علم ۽ چاڻ کي هٿي ڏيڻ جو هي طريقو ارغونن شروع ڪيو هو، ۽ ترخانن به ان کي جاري رکيو. البت مدد معاش جو هڪڙو شرط هوندو هو ته وظيفو وٺندڙ وقت جي حاڪم جا وفادار رهن (تاريخ مظهر شاهجهاني). اهڙيءَ ريت ارغونن ۽ ترخانن سنڌ ۾ پڙهيل ڳڙهيل شخصن ۽ بااثر خاندانن جو هڪ مکيه طبقو پيدا ڪيو جنهن جو مفاد حڪومت سان وابسته هوندو هو. مغلن جي ڏينهن ۾ مدد معاش جي اراضيءَ ۾ واڌ

آئي. اورنگزيب کان اڳ اهي معافيون موروثي نہ هونديون هيون، اورنگزيب انهن کي موروثي ڪري ڇڏيو. ڊاڪٽر انصار زاهد جي اندازي مطابق سنڌ ۾ سيورغال زمينن جي جملي ايراضي سوا ٽيهہ سيڪڙي کان گهٽ نہ هئي. سيورغال کي موروثي ڪرڻ جو نتيجو اهو نڪتو جو سنڌ ۾ سابق عالمن ۽ مشائخن جي خاندانن جي اثررسوخ ۾ درجي بدرجي واڌارو ٿيندو ويو ۽ اهو نهايت ئي سگهارو فيوڊل گروهہ ٿي پيو. انهن خاندانن مان علم ۽ فضيلت تہ هڪ ٻن پيڙهين پڄاڻا موڪلائي ويا، پر جاگيرون اڃا بہ رهيون ۽ پيري مريديءَ جو ڪاروبار ڏاڍو چمڪيو ۽ چڙهيو.

(٤) چوٿون طبقو جنهن کي زمين تي ڪنهن حد تائين مالڪاڻا حق هئا، زميندارن جو هو. هي اصطلاح ڏاڍو منجهيل ۽ مبهم آهي. محمد شاهہ جي دور جو مشهور لغت نويس آنندرام مخلص پنهنجي ڪتاب مراة الاصلاح ۾ لکي ٿو تہ زميندار لغوي لحاظ سان "صاحب زمين" کي چئبو آهي. پر هينئر هر اهو شخص زميندار سڏائي ٿو جو ڪنهن ڳوٺ يا واهڻ ۾ زمين جو "مالڪ" آهي ۽ کيتي ڪري ٿو. زميندار جو اصطلاح مغلن جي دور ۾ بہ استعمال ٿيندو هو ۽ آئين اڪبري ۽ رقعات عالمگيري ٻنهي ۾ زميندارن جو ذڪر ملي ٿو. عبدالقادر بدايوني بہ منتخب التواريخ ۾ مالوہ جي مشهور هيرو باز بهادر خان جو احوال بيان ڪندي

لکي ٿو ته، ”باز بهادر خان، جنهن پنهنجي چند اميرن سان ياچ ڪاڏي هئي، ٻين زميندارن سان ملي پير محمد خان تي حملو ڪيو“، هڪ ٻئي هنڌ هو ”غريب زميندارن“ جو به ذڪر ڪري ٿو.

تاريخ مظهر شاهجهانيءَ جي شاهدي ان ڪان به وڌيڪ معتبر آهي. هو سنڌ جي ڳوٺن بابت لکندي زميندارن کي چوٿون قسم ٿو ڄاڻائي: ”چوٿون قسم زميندارن جو آهي جن جو تعلق اربابن ۽ مقدمن سان به آهي. زميندار هئڻ ڪري هو پنهنجي ديهن جي سٺين جاين وارن آباد ۽ سرسبز ٽڪرن تي قابض آهن. رعيت جا سنڌن محتاج آهي، ڪنهن مدد ڏاران ۽ آبپاشيءَ جي سهوليتن ڪان سواءِ، انهن زميندارن جي زمين جي راهڪي ڪندي آهي. اهڙيءَ ريت انهن جي اڪثر ديهن جي آبادي ٿيندي آهي، پر هو پاڻ آباد ڪرڻ جي ڪابه ڪوشش نه ڪندا آهن.“

تاريخ مظهر شاهجهانيءَ جي ان اقتباس مان معلوم ٿو ٿئي ته سنڌ جا زميندار ڳوٺن ۾ رهندا هئا ۽ هارين سان هنن جو سڌو وهنوار هو. هو پنهنجي زمين جا مالڪ هئا، پر خود ڪاشت بجاءِ هارين ڪان راهڪي ڪرائيندا هئا. ڪٿي ڪٿي، ڪڏهن ڪڏهن جاگيردارن جا ارباب ۽ مقدم به اهي مقامي زميندار ٿي هوندا هئا، ان ڪري سياويڪ طرح انهن جا مفاد به جاگيردار طبقي سان ڳنڍيل هئا. پر هو جاگيردارن جي تابع نه

هوندا هئا، يوسف ميرڪ هڪ هنڌ لکي ٿو ته، ”هڪ لڳا مون سيوهڻ جي حاڪم کي مشورو ڏنو ته سميجه انڙ قوم جي فلاڻي سرڪش ٽولي جو ليکو چوکو ڪيو وڃي ۽ ان لاءِ متس ريب ۽ فريب سان حملو ڪيو وڃي. منهنجي اها ڳالهه سيوهڻ جي ڪن زميندارن کي نه آئڙي، ۽ حملي جو مشورو رد ڪيو ويو.“ پروفيسر عرفان حبيب جو چوڻ آهي ته زميندار عام هارين کان متاهان هوندا آهن. هو پنهنجي هارين کي بيدخل ڪري سگهندا هئا. سندن زمينون موروثي هونديون هيون، ۽ هو آهي وڪڻي به سگهندا هئا.

بقول يوسف ميرڪ، جنهن بيداد نگريءَ، بيڪسن ۽ ويچارن جي ڏيهه ۾ اڻ ڳڻيا ”بگهڙ“ ۽ ”راڪاس“ موجود هجن، اتي غريب هارين جي بيڪسيءَ جو ڇا ذڪر ڪجي. هو زمين کيڙيندا، راهيندا ۽ فصل اُپائيندا رهيا، پر زمين تي سندن ڪنهن به قسم جو اختيار ڪونه هو. نه عارضي نه مستقل. جو اناج هو پنهنجي پگهر جي پورهئي سان اپائيندو هو، ان جو وڏو حصو، جاگيردار، ٺيڪيدار، معافي دار ملا، مشائخ، سيد ۽ زميندار کڻي ويندا هئا. جو پاڇي بچندو هو ان مان ڪيترين ئي ”رسمون“ ادا ڪرڻيون پونديون هيون. ان جو نتيجو اهو نڪرندو هو جو پيداوار وڌائڻ بجاءِ هو سرڪاري ڪارندن ۽ اجاري دارن جي ڦرلٽ کان

تنگ تي جهنگ منهن ڪندا هئا، ۽ آ ڙيل ڦورو تي پين کي ڦرڻ شروع ڪندا هئا.

سنڌ ۾ عام طور "غله بخشي" يا بٽئي جو رواج هو. ترخانن جي ڏينهن ۾ هارين کان، زمينن جي زرخيزي ۽ آبپاشي جي سهوليتن آڌار، فصل جو اڌ، ٽيون ۽ چوٿون حصو وصول ڪيو ويندو هو. ان ڪري يوسف ميرڪ لکي ٿو ته "ملڪ آباد هو ۽ رعيت سگهاري هئي." پر جاگيردارن جي دور ۾ هارين کي "خراج مقاسمه" (اڌ) کان بيشمار "رسمون" به ادا ڪرڻيون پونديون هيون، جن کي "سسٽم شريڪي" يا "فروعي واجبات" يا "سائرجهات" چوندا هئا. قانوني طرح اهي واجبات سراسر ناجائز هيون، پر قانون جا محافظ جڏهن پاڻ ئي اهي ناجائز رقمون وصول ڪندا هئا ته هارين جي پڌڻ وارو ڪير! ان ڪري يوسف ميرڪ لکي ٿو، "هنن ناجائز واجبات وصول ڪري هن ملڪ جي باشندن کي پانت پانت جي انيڪ تڪليف ۾ ڦاسائي ڇڏيو. هو ايترو ته ڏنڊ وجهندا آهن جنهن جي ادائگي انسان جي وس کان ٻاهر آهي، ان ڪري ماڻهو ويچارا موت جو مهمان وڃيو ٿين"

رهائش جي لحاظ کان سنڌ جي ڳوٺاڻي آبادي ٻن حصن ۾ ورهايل هئي. پڪي ۽ ڪچي يا لاڙو. اهي ڳوٺ جي سنڌو درياه جي آس پاس مستقل طور آباد هئا لانڊي يا ڳوٺ سڏبا هئا. گهڻي آبادي انهن ئي علائقن

۾ هئي ۽ آبپاشيءَ جي سهوليتن سبب هتي پيداوار به سٺي ٿيندي هئي. ان جي ابتڙ ڪوهستان ۾ ٽـر جا علائقا، جتي مالوند قومون رهنديون هيون، گهٽو پوئتي پيل هئا. انهن ٽري ۽ جابلو قومن جو ڪوبه پڪو يا دائمي ٺڪاڻو ڪونه هو، ۽ هو پنهنجي اَنن، رڍن ۽ ٻڪرين کي ساڻ کنيون گاهه پٽي جي ڳولا ۾ هڪ هنڌان ٻي هنڌ گهمندا ڦـرندا هئا. انهن جي عارضي بستيءَ کي ”ڏاڻو“ يا ”ڳڏان“ چوندا هئا. اهي گاهه جا پکا يا اَن جون جهولواريون هونديون هيون، جن کي آسانيءَ سان جانورن تي ڪٽي سگهبو هو. انهن پکن ۽ تنبن کي تومان چوندا هئا جو هڪ ڏاڏنگ واري اڪهه جو رهائش گاهه هوندو هو. تومان جي بزرگ کي تمندار چئبو هو. اهي خانه بدوش قبيلا گهڻي ڀاڱي بروچ هئا جن جي مهمان نوازي، جاڪوڙ ۽ دليري مثالي هئي. هر تومان ۾ هڪ مهمان خانو هوندو هو، ۽ تومان جي هر فرد کي مهمان داريءَ جي خرچ پکي لاءِ تمندار کي شيشڪ (ڇهون حصو) ادا ڪرڻو پوندو هو (شيشڪ جو رواج بلوچستان ۾ ڪجهه سال اڳ تائين به چالو هو). هي بروچ قبيلا بکر ۽ ٺٽي جـي اولهه ۾ ڪوهستاني علائقي ۾ رهندا هئا، ۽ انهن جي مدد سان ڪلهوڙا اقتدار ۾ آيا.

شاهجهان جي آخري ڏينهن ۾ حاڪمن جي ڏاڍ ۽ جبر ۽ جاگيردارن جـي برماريت ڪري سنڌ جي

اقتصادي حالت خراب تر ٿيندي ويئي، ۽ رعيت ۾ بي چيني وڌندي وئي. ڪيئي قومون اهڙيون هيون جن مغلن جي اطاعت ڪڏهن به نه قبولي هئي؛ جهڙوڪ سميجا، ٻروچ، نومڙيا وغيره. انهن جي بغاوتن کي دٻائڻ لاءِ صوبيدارن کي لاڳيتو فوجي طاقت استعمال ڪرڻي پوندي هئي. يوسف ميرڪ جي تاريخ مظهر شاهجهاني انهن سرڪش قومن کي جهٽڪائڻ جي خوني داستانن سان ڀري پئي آهي. بدامني ايتري هئي جو سيوهڻ جي قلعي جو حاڪم قلعي کان ٻاهر نڪرڻ جي جرائت نه ڪري سگهندو هو، ۽ قلعي جي ڀرت هيٺان ڏينهن ڏٺي جو قتل ۾ ڦرمار جا واقعا ٿيندا هئا. لاهري بندر کان ٺٽي تائين، ٽيهن ميلن جو فاصلو، تجارتي قافلا فوج جي نگرانيءَ هيٺ طئي ڪندا هئا.

سنڌ ۾ بارش نالي ماتر ٿئي. ان ڪري زراعت جو دارومدار پاڻيءَ جي فراهميءَ تي آهي. جنهن حڪمران واهه کوٽائي ان مسئلي کي حل ڪيو اهو ڪامياب رهيو ۽ جنهن لاپرواهي ڪئي اهو ناڪام رهيو. مغلن اهو اهم فرض جاگيردارن جي ٻيلي ڪيو هو، جيتوڻيڪ ايڏو وڏو ڪم انهن جي وت ۽ وس کان گهٽ هو. جيڪڏهن واهه کوٽائي غيرآباد زمينن کي به آباد ڪيو وڃي ها ته ملڪ پيري پيري ڏڪر جي آفتن کان بچي پوي ها ۽ خانہ بدوش قبيلا به آباد ٿي پرامن زندگي گذارڻ جهڙا ٿي وڃن ها. اڄرج جهڙي ڳالهه اها آهي

جو اورنگزيب جهڙو سياڻو ۽ زيرڪ شخص به سنڌين جي بي چينيءَ ۽ سرڪشيءَ جو اصل سبب سمجهڻ ۾ ناڪام ويو. هن اهو به نه ڏٺو ته سيجا ۽ نومڙيا، جنهن کي تلوار جي زور سان مطيع بنائڻ پئي چاهيائين، گذربسر جي کولا ۾ ئي لاچار مجبور زرعي علائقن ڏانهن ڪاهي ايندا هئا، ۽ يوسف ميرڪ جهڙو ڏاهو مورخ به شاهجهان کي اهو ئي مشورو ڏئي ته "فسادي ۽ سرڪش عنصرن کي نيڪ رستن بجاء تلوار جي زور تي ئي رام ڪري سگهجي ٿو." جيتوڻيڪ هي مورخ پاڻ اعتراف ٿو ڪري ته جي ڪڏهن ڪنهن دورانديش جاگيردار يا حاڪم غيرآباد علائقن ۾ آبپاشيءَ جو بندوبست ڪيو، يا سرڪش قبيلي کي زمين ڏئي وسايو ته حالتون ڪافي سڌري پئي ويون. مثال طور چانڊڪا پرڳڻي ۾ مير ابڙي هڪ وڏو واه کوٽايو (جو اڄا به موجود آهي) ته ويران ۽ غيرآباد علائقو سرسبز ۽ شاداب ٿي ويو ۽ اتي ڪيئي شهر ٻڌجي ويا. اهڙيءَ طرح سيجا، ابڙا ۽ سانگي قومن پاڻ واه کنيا ته نوان ڳوٺ ۽ واهڻ وجود ۾ اچي ويا ۽ هاري ٽولن ٽولن ۾ اچي اتي آباد ٿيڻ لڳا. آباد زمين هڪ لک جريب کان وڌي وئي ۽ سرڪاري ڍل ۾ ٽيهه چاليهه سيڪڙو واڌ آئي (تاريخ مظهر شاهجهاني).

اورنگزيب ١٧٠٧ع ۾، مايوسيءَ جي حالت ۾، اورنگ آباد ۾ فوت ٿي ويو. ان بعد شاهي تخت لاء

گهرو لڙائي شروع ٿي ويئي ۽ ملڪ ۾ جا افراتفري ۽ بدامني ڊيا طوائف الملوڪي پيدا ٿي تنهن کان هر تاريخ جو ڄاڻو واقف آهي. اورنگزيب مرڻ وقت وصيت ڪئي هئي ته ٽيئي پٽ سلطنت پاڻ ۾ ورهائي ڪڻن. اورنگزيب پاڻ پائرن ۽ پيءُ سان جو ورتاءُ ڪيو هو، ان جي پيش نظر، پٽن مان توقع رکڻ ته هو پيءُ جي وصيت تي عمل ڪندا، هڪ اجايو خيال ۽ ارادو هو. شهزادو اعظم، شهزادي معظم خلاف وڙهندي وڙهندي مارجي ويو. پوءِ شهزادي ڪام بخش جو ڪندو ڪنيون ويو، ۽ آخر ۾ شهزادو معظم شاهه عالم پهريون جي لقب سان تخت تي ويٺو، پر ڇهن سالن کان پوءِ مري ويو. هن جي چارئي پٽن، بهادر شاهه، عظيم الشان، جهان شاهه ۽ رفيع الشان، پاڻ ۾ وڙهي پيا. جهاندار شاهه ٽنهي ڀائرن کي قتل ڪري بادشاهه ٿيو. سال کان پوءِ عظيم الشان جي پٽ فرخ سير لال قلعيءَ ۾ پنهنجي چاچي کي گهوگهو ڏيئي ماري ڇڏيو ۽ پاڻ بادشاهه ٿي ويٺو (١٧١٣ع). ڇهن سالن جي ننڍڙي عرصي ۾ تخت جا ڇهه عهديدار ماريا ويا ۽ رڳو هڪ قدرتي موت مئو. اهو گهوٽالن ۽ گوڙ گهمسان وارو زمانو ئي صوفي شاهه عنايت جو زمانو آهي.

## سلطنت جي زوال جا سبب:

مغل سلطنت جو عروج جيترو شاندار ۽ جاندار هو، زوال اوترو ئي دکدائڪ ثابت ٿيو، ائين پئي لڳو ڄڻ

هي شاندار عمارت واريءَ سندو ڪوٽ هو، جو هوا جو تيز جهوٽو به نه جهلي سگهيو. زوال جا سبب اورنگزيب جي پوين ڏينهن ۾ ئي پڌرا ٿيڻ لڳا هئا. پوڙهو شهنشاهه پنهنجي ليکي پنهنجي ساري سگهه دکن جي مهمن تي صرف ڪري رهيو هو، ۽ پٺي پاسي سلطنت جا پراڻا ساٿي ۽ ٻيلي هڪٻئي پويان هٽن ڪان اوسو پاسو ڪري پري ٿيندا پئي وياه پٺاڻ، امير، ايراني، جاٽ، بنديلا، راٺوڙ، سوديا، مطلب ته ڪوبه بادشاهه جي حڪمت عملي مان خوش نه هو. ماڻهن جي ڪال سبب سلطنت جي انتظام وغيره ۾ جو رخنو پئي پيو ان کان بادشاهه به بيخبر نه هو. ان ڪري شڪايت ڪري ٿو ته، ”از نايابي آدم ڪار آه، آه!“ جنهن تي وزير سعدالله خان عرض ٿو ڪري ته، ”جهان پناهه! لائق ماڻهن کان ڪوبه زمانو خالي نه هوندو آهي. پر عقلمند آقائن کي جڳائي ته هو، خودعرضن جي تهمتن ۽ الزامن تي ڌيان ڏيڻ ڌاران، انهن جون دليون وس ڪن ۽ انهن وسيلي سلطنت جا ڪمڪار آڪلائين.“ اورنگزيب کي پنهنجي ان مردم ناشناسيءَ جو احساس آهي ۽ سعدالدين خان جي عرض جي سچائيءَ کي تسليم ٿو ڪري. پر ويل ٽري چڪي هئي، هينئر طرز عمل ۾ تبديلي سندس اختيار ۾ نه هئي (رقعات عالمگيري).

اورنگزيب جي مشهور مورخ سر جادوناٿ سرڪار سلطنت جي زاول جا ڪيئي سبب بيان ڪيا آهن.

جهڙوڪ، اورنگزيب جي غلط حڪمت عملي، سندس جانشينن جو ڪريل ڪردار، ۽ درباري اميرن جي نااهلي ۽ خودغرضي. پر حيرت آهي ته هن مورخ جي جاگيرداري نظام جي مدي خارجي تي نظر نه پئي آهي، جيتوڻيڪ مڙني بڇڙاين جي پاڙ هي نظام ئي هو، جو پنهنجو تاريخي ڪردار ادا ڪري چڪو هو ۽ هيئنر اُن ۾ وڌيڪ وڌڻ يا ترقي ڪرڻ جي گنجائش ڪانه رهي هئي.

پر ان حقيقت کان به انڪار نٿو ڪري سگهجي ته سلطنت جي زوال ۾ اورنگزيب جي جانشينن جي ڪريل ڪردار جو به وڏو هٿ هو. ناز نخرن سان پاليل هي عياش شهزادا، جن کي نه حڪومت جي ڪمن جي تعليم ڏني وئي هئي ۽ نه ئي انتظام ۽ امن امان جون ذميداريون سونپيون ويون هيون، مسخرن، پڙون، پيندن ۽ خوش آمدي درٻارين جي چڪر ۾، رنگ رليون ڪندا وتندا هئا، ۽ اقتدار ۾ اچڻ کان پوءِ به انهن شغلن ۽ عادتن کي نه ڇڏيندا هئا. ان ڪري سر جادوناٿ سرڪار ۽ ”ليٽرمغلس“ جو مصنف وليم ارون لکن ٿا ته، ”١٨ صديءَ جي مغلن جي تخت جي وارثن جي تربيت اهڙي نموني جي ٿي جو وڏو ٿي ڪري به هو انتهائيءَ بي وسيءَ جي حالت ۾ ٻين تي ڀاڙڻ جا عادي ٿي پيا. هو آزاديءَ سان پاڻ ڪجهه به نه سوچي سگهندا هئا. نه ئي منجهن ٻيڙو ٿي ذميدارين

سنڀالڻ جي جرائت هئي. نه ڪي وري انهن ۾ پاڻ کو فيصلو ڪري ان تي عمل ڪرڻ جيتري صلاحيت هئي. هنن جا ذهن مُڙدا ۽ روح مردار ٿي ويا هئا. وقت گذارڻ لاءِ هو حرمسرا جي عورتن، مسخرن ۽ خوش آمدين جي صحبت ۾ پناهه وٺندا هئا ۽ تخت نشين ٿي ڪري به حڪومت جي واڳ وزيرن جي ٻلي ڪري ڇڏيندا هئا، جنهن ڪري وزيرن ۽ درٻاري اميرن ۾ باهمي رقابتون ۽ دشمنيون پيدا ٿينديون هيون. ان حالت ۾ جڏهن بادشاهه ڪنهن طاقتور وزير جي اثر اقتدار کان ٻچي ان ڪي ڪيرائڻ جي نيت سان ٻئي وزير جي پشت پناهي ڪندو هو ته اُن جي اتڪل سڪل ۽ اختيار ۾ ڦاسي پوندو هو.

شخصي حڪومت جي وڏي ورڏ ئي اها هئي (۽ آهي) ته رياست جي بقا ۽ ترقيءَ جو دارومدار سربراه جي شخصيت، اهليت ۽ مردم شناسيءَ تي هوندو آهي. بادشاهه ۾ حڪومت ڪرڻ جي صلاحيت هوندي هئي ته ملڪي انتظام ٺيڪ رهندو هو، رياست کي چڱا وزير ۽ امير ملندا هئا ۽ رعيت به ظالمن جي هٿ چراند کان گهٽي ياڳي بچيل رهندي هئي. پر جي بادشاهه نااهل هوندو هو ته سلطنت جو اهو حشر ٿيندو هو جو مغل سلطنت يا ان کان اڳ جي سلطنتن جو ٿيو. شخصي ۽ آمر بادشاهتن يا آپيشاهين جي تاريخ ان لاهه چاڙهه جي آرسي آهي، پوءِ توڙي ڪٿي اها عظيم

رومي شهنشاهيت هجي، يا بني عباس خلافت، يا مغل گهراڻي جي سلطنت. حقيقت اها آهي ته اورنگزيب جي ڪنهن به وارث ۾ معمولي ضلعي جي حاڪم جهڙي صلاحيت به ڪانه هئي، ايڏي ساري عظيم سلطنت جو ته سوال ئي نٿو اٿي جو ڪشمير کان راسڪماري ۽ ڪابل کان چٽگانگ تائين پکڙيل هئي ۽ آبادي ۽ پکيڙ ۾ ساري يورپ جيتري هئي.

امير طبقي ۾ به، جي انتظام سنڀاليندا هئا، اهو پراڻو آب تاب نه رهيو هو. اورنگزيب کان اڳ اعليٰ سرڪاري عهدن لاءِ پرتي ڏن حلقن مان ڪئي ويندي هئي. پهريون ترڪستان ۽ ايران مان اچي ڀاڳ آزمائيندڙ خاندان، جن جي ڪرت سپاهڪي هئي يا پنهنجي ڏاهپ سان سرڪار دربار ۾ رسائي ڪري ويندا هئا. ٻيو مقامي نومسلم خاندان امير ۽ نواب، ۽ ٽيون راجپوت ۽ ڪاليٿ. اورنگزيب جي روش ڪري ملڪ کان ٻاهر وارن جي اچڻ جو سلسلو ٺپ ٿي ويو هو. راجپوت امير درٻاري به هڪ هڪ ٿي حڪومت ۽ سرڪار کان ڏار ٿي ويا. هندستاني مسلمانن جي امير طبقي ۽ توراني نسل جي اميرن وچ ۾ اقتدار لاءِ ڇڪتاڻ شروع ٿي وئي. اورنگزيب کان پوءِ انهن رقابتن خون خرابي جي صورت اختيار ڪئي. نظام الملڪ آصف جاه پنهنجي ڏن مخالفن کي شڪست ڏئي دکن جي صوبيداريءَ تي قبضو ڪيو. اهڙيءَ طرح گجرات جي صوبيداريءَ لاءِ

شجاعت خان، سربلند خان ۽ رستم علي خان جي وچ ۾ ويڙهاند ٿي. شجاعت خان ۽ سربلند خان ماريا ويا ۽ رستم علي خان هارايو. سنڌ ۾ نواب عطر خان فرخ سير جي عهد ۾ ٺٽي جو صوبيدار ٿي آيو پر ڪيس مير لطف علي خان سان مقابلو ڪرڻو پيو. ٻئي سال کن وڙهندا رهيا، تان جو عطر خان قتل ٿيو ۽ مير لطف علي خان سنڌ جي صوبيداريءَ تي قبضو ڪيو. اجا به مزي جي ڳالهه اها آهي جو شاهي حڪم جي ان باغياڻي خلاف ورزيءَ جي باوجود فرخ سير، مير لطف علي خان کي شجاعت خان جو لقب عطا ڪيو (تحفة الڪرام).
مطلب تہ دهلي دربار مختلف گروهن جي سازشن جو اڏو بڻجي ويئي. توراني، ايراني ۽ هندستاني امير ڏينهن رات پنهنجي ذاتي مفادن خاطر سياسي داوَن ۾ رڌل رهندا هئا ۽ ڪنهن کي سلطنت جي آئندي جو اونو ڪونہ هو. ان کان سواءِ عالمگيري عهد جا گهڻا ئي امير شهزادن جي لڙاين ۾ اڳ ئي پنهنجون جانيون وڃائي چڪا هئا. جيڪي بچيا هئا تن دربار جا رنگ ڊنگ ڏسي گوشي نشيني اختيار ڪئي هئي.

فرخ سير (١٧١٣-١٧١٩ع) نهايت ئي ظالم، نڪمو ۽ عياش ثابت ٿيو. هن رڳو چاچي جي قتل تي بس نہ ڪئي، پر جنهن شخص کان بہ خطرو محسوس ٿيندو هوس ان کي مارائي ڇڏيندو هو. اميرالامرا ذوالفقار خان ۽ راجا سڀ چند ديوان جون زبانون ڪٽرائي ڇڏيائين.

جهاندار شاهہ جي ڏينهن جي ڪيترن ئي اميرن کي قتل ڪرائي ڇڏيائين. جهاندار شاهہ جي پٽ اعزالدين ۽ اعظم جي پٽ ۽ پنهنجي ننڍي ڀاءُ همايون بخت کي انڌو ڪري جيل وجهرائي ڇڏيائين. شهر ڄڻ ته هو ڄڻ ميدان حشر هو، جنهن ۾ ڪو بہ ڪنهن جو پرجهليو نہ هو، ۽ نہ ئي ڪنهن جي جان، ملڪيت يا عزت آبرو سلامت هئي. انهن حالتن کان ڏڪوئجي شاهہ حاتم دهلوي جو شعر لکيو، اهو انتظام ۽ ڪاروبار جي ابتريءَ، امير طبقي جي لاچاريءَ ۽ شهرين جي مالي پريشانين جي صحيح تصوير آهي. سندس ان طويل نظم جو تاثر اهو آهي تہ: ”بادشاهن وٽ عدل انصاف نہ آهي ۽ اميرن وٽ سپاهين جو قدر قيمت ڪانهي. بزرگن ۾ مهرباني نہ آهي، ڪاڻ تہ ڪجا پر پاڻيءَ جي بہ صلاح ڪو نہ تو ڪري. جهان مان سخاوت ۽ سڪ موڪلائي ويا آهن. اميرزاد پنهنجي حال ۾ حيران آهن. جي سڄ جيان بلند هئا سي ڪيري اڇي پٽ پيا آهن. مال ۽ روزگار جي گهولا ۾ رلندا ڦرندا رهن ٿا، پر غرور ۽ همٿ اڃا نہ ويو اٿن. خدا کو خير ڪري نہ تہ معاملو ڏکيو تو نظر اچي.“

مير جعفر زٽلي (پيدائش ١٦٥٧ع) ان دور جو هڪ هزل گو شاعر هو، جو ڪيلائي سيلائي ماڻهن کي خوش ڪندو هو ۽ پنهنجو پيٽ پاليندو هو. پر حالتون ايترو خراب ٿي چڪيون هيون جو هو بہ پاڻ نہ جهلي

سگهيو. هو پنهنجي هزلن ۾ ڪڏهن شهزادن جي نااهلين ۽ هڪٻئي سان ساڙ ۽ حسد جي نشاندهي ٿو ڪري ته ڪڏهن معاشرتي افراتفري جو ماتمو ٿو ڪري. شهزادي معظم شاهه جي باري ۾ هڪ شعر ۾ هو چوي ٿو: "اول وڏي پٽ سڀ چوپٽ ڪري ڇڏيو، پيءُ جو سارو ڪاروبار مليا ميٽ ڪري ڇڏيو. حيدرآباد ۾ اها لٽ ٿي جو چڱو هندو ڪجهه به نه بچيو." محمد اعظم شاهه جو ذڪر ڪندي چوي ٿو: "سس ۽ سالي سان ملي ايرن غيرن ۾ وقت وڃائڻ لڳو. پيءُ جي ڪمائي چٽ ڪري ڇڏيائين. ڏينهن رات پان ۽ گل بيلي هوندو هو ۽ سڄو ٻيڙو ٻوڙي ڇڏيائين." عوام جي پريشانين جو حال هيئن ٿو اوري: جڳ رت جا ڳوڙها ٿو روئي. ڪوبه سٺي ننڊ نٿو سمهي. هر طرف توب ۽ بندوق جو شور آهي. هر طرف ڀڄ-ڀڄ لڳي پئي آهي. ڪچ ۾ پار ۽ مٿي تي ڪٽ آهي. مار ماران ۽ ڦرلٽ هر طرف آهي. هر طرف ماراڪٽ آهي خنجر ٻيتر تير ڪٽار هلن ٿا."

فرخ سير تخت نشين ٿيو ته سڪي تي هي شعر اڪريو ويو:

سڪه زد از فضل حق برسيم و زر
پادشاهِ بحر و بر فرخ سير.

مير جعفر زٽلي سڪي جي هجو لکي ۽ چيو ته:

سڪہ زد برگندم و موٺ و مٽر
مچر مار پادشاه فرخ سير نيّ گندم
بادشاه پشہ کش فرخ سير
موٺ اور مٽر پر مهر لگادي هئي.

بدنصيب شاعر کي ڪهڙي خبر ته ڪمظرف بادشاه هڪ بي ضرر شعر جي سزا ۾ هن کي قتل ڪرائي ڇڏيندو. جعفر زٽلي اڙدوءَ جو اڪيلو شاعر آهي، جنهن کي هڪ شعر جي بدلي جان ڏيڻي پئي.

صوفي عنايت شاهہ بہ فرخ سير جي ڏينهن ۾ ئي شهيد ٿيو.

## صوفي شاهہ عنايت جي تحريڪ

صوفي شاهہ عنايت جنهن وقت جهوڪ ۾ تعليم ۽ تبليغ شروع ڪئي، تنهن وقت سنڌ جا اڪثر مشائخ، صوفي ۽ سيد پنهنجي فرض کي پٺيءَ پر اڇلائي خالص دنيادار زميندار بڻجي ويا هئا. ان اونداهيءَ ۾ شاهہ عنايت جي علم ۽ فضل، خدا ترسي، دردمندي ۽ بي لوث خدمت جي روشني پکڙي ته سندس چوڌاري ارادتمندن جو ميڙو مچي ويو. صوفي شاهہ عنايت انهن روايتي صوفين مان نہ هو، جي حاڪمن کي مٿاڻ بڄاهہ، صبر ۽ قناعت جي تلقين ڪندا آهن، ۽ اهو چئي ماڻهن

ڪي آخرت جي ثمر ڪٺي ڪرڻ جو سبق ڏيندا آهن ته هيءَ دنيا جي زندگي ڪنهي جو چٽڪو آهي. هو دين جي انهن عالمن منجهان به نه هو، جن جي خيال ۾ دولت جي مساوي يا برابر ورهاست ئي مساوات محمدي جو بنياد آهي. جو ته جيڪڏهن دولت پيدا ڪرڻ جا ذريعا، جهڙوڪ زمين، فئڪٽريون، ڪارخانا ۽ بئنڪون وغيره چند ماڻهن جي ذاتي ملڪيت هجن ته دولت جي مساوي ورهاست ڪيئن ممڪن ٿي سگهندي. صوفي شاهه عنايت معيشت جي قانون جو اهو ڳجهه پروڙي ورتو هو ته اصل شيءِ پيداواري عمل آهي، ۽ اصل مساوات اها آهي جا پيداواري عمل دوران قائم ٿئي ۽ نه ڪي ورهاست دوران. ائين ته چور ۽ ڌاڙيل به مال پاڻ ۾ ونڊي ورهائي کائيندا آهن. حقيقت اها آهي ته دولت جي انصاف روءِ ورهاست پيداواري عمل ۾ برابر يا ساري شرڪت ڌاران ممڪن ئي نه آهي. ان ڪري صوفي شاهه عنايت پيداواري عمل ۾ مساوي شرڪت تي زور ڏنو. ان جو اٽل ۽ پڪو عقيدو هو ته مساوات محمدي جي بنيادي گهرج اها آهي ته ڪيتي واڙي اجتماعي اصولن تي ڪئي وڃي، پيداواري عمل ۾ سڀ ماڻهو برابر جا شراڪت دار ٿين، ۽ پيداوار کي ضرورت پٽاندر پاڻ ۾ ورهائين ۽ ونڊين. صوفيءَ شاهه عنايت جي مريدن فقيرن اها تجويز خوشيءَ سان قبولي ۽ اجتماعي ڪاشتڪاريءَ ۾ رُڌجي ويا.

اجتماعي راهڪي ڪا صوفي شاهه عنايت جي ايجاد ڪانہ هئي. ان کان گهڻو اڳ قبيليداري نظام جي دور ۾ بہ اجتماعي ڪاشتڪاري جو رواج هو. اهو بہ ٿي سگهي ٿو تہ صوفي صاحب جي زماني ۾ بہ ڪوهستاني قومن، خاص ڪري پروچن ۾، ٿيءَ طريقو رائج هجي ۽ شاهه عنايت ان جي افاديت ۽ لاڀ کي محسوس ڪيو هجي. سندس سيد محمد جونپوري (١٤٤٣-١٥٠٥ع) جي محمودي تحريڪ کان متاثر هجڻ بہ ويچار جوڳو خيال آهي. سيد محمد جونپوري، سمي حاڪم ڄام نندي جي ڏينهن ۾، ڏيڍ بہ سال ٺٽي ۾ ڊاهو ڪيو هو، ۽ ڪيترا ئي ماڻهو، جن ۾ ميان آدم شاهه ڪلهوڙو بہ شامل آهي، سندس معتقد ۽ مريد ٿيا هئا. سيد محمد، جنهن وعدي ڪيل مهدي هجڻ جي دعويٰ ڪئي هئي، هڪ وڏو عالم ۽ فاضل بزرگ هو. هن پنهنجي مهدوي برادري کي "دائري" جو نالو ڏنو هو، جو مڪمل مساوات ۽ ابديت جي علامت آهي. سندس دائري ۾ نندي وڏي، امير غريب ۾ ڪو فرق نہ هوندو هو. مريد دائري ۾ ڪئي يا اجتماعي زندگي گهاريندا هئا ۽ زندگيءَ جون ضرورتون پاڻ ۾ هڪ ڪريون ورهائيندا ۽ ونڊيندا هئا (رود ڪوثر- شيخ محمد اڪرام، مهدوي موومينٽ- ڊاڪٽر ايس. اي. رضوي، ۽ مهدوي تحريڪ- سيد شمس الدين مصطفائي).

صوفي شاهہ عنايت جو تجربو ڏاڍو ڪامياب ويو. جهوڪ ۾ رهندڙ فقيرن کي نہ ڍنڍي ڏيڻي پوندي هئي، نہ ڇيڙ وهڻي پوندي هئي، ۽ نہ ئي ٺيپيداري قانون کو کي "سترهم شريڪي" جهڙيون رسمون ادا ڪرڻيون پونديون هيون. صوفي شاهہ عنايت جي ناماچار جلد ئي پري پري تائين پکڙجي وئي ۽ هر جڳهہ هن جي نئين تجربي جو چوٻول ٿيڻ لڳو. ان تي مزو اهو ٿيو جو بلڙي جي سيدن جا فقير جي اچا تائين پنهنجي سيد زميندارن جا مريد هئا، شاهہ عنايت جي عقيدت منديءَ ۾ اچڻ لڳا. تحفة الڪرام وارو لکي ٿو: "جيڪي درويش شروع ۾ بلڙيءَ واري خاندان سان ڳنڍيل هئا، سي شاهہ عنايت جي سلسلي جو واڌارو ۽ ترقي ڏسي، بلڙي سيدن کي ڇڏي، هن نئين سلسلي ۾ شامل ٿي ويا.... ان ڪري فقيرن جي جماعت سنڌ جي خانداني پيرن جي اک ۾ ڪنڊي جيان چڀڻ لڳي."

ان تحريڪ جي مقبوليت سبب نہ رڳو سيد خاندانن جي مريدن ۾ گهٽتائي آئي، پر نور محمد پليجي ۽ آس پاس جي ٻين علائقن جي زميندارن تي بہ اثر پيو. صوفي شاهہ عنايت جا فقير انهن جي زمينن ۾ بہ دخل اندازيون ڪرڻ لڳا، يعني اجتماعي زراعت جي تبليغ ڪندا رهيا. نتيجو اهو نڪتو جو زميندارن جي هارين بہ مطالبو ڪرڻ شروع ڪيو تہ اسان جي زمينن ۾ بہ صوفي شاهہ عنايت جي طريقي تي عمل ڪيو

وجي. پر پيداوار ۾ مساوي شرڪت جي اصول کي تسليم ڪرڻ لاءِ زميندار هرگز تيار نہ هئا. انهن محسوس ڪيو تہ جي ان انقلابي فتني جو ترت تدارڪ نہ ڪيو ويو تہ سنڌ ۾ جاگيرداري ۽ زمينداري سرشتو خطري ۾ پئجي ويندو. ان ڪري خطري کي ٻنجي ڏيڻ لاءِ زميندار، مير لطف علي خان، ٺٽي جي صوبيدار وٽ دانهين ويا تہ صوفي شاهہ عنايت کي اجتماعي کيتي واڙيءَ کان روڪيو وڃي. انهن زميندارن ۾ شاهہ ڪريم بلڙيءَ جو جانشين سيد عبدالواسع، شيخ زڪريا بهاؤالدين جو جانشين شيخ سراج الدين، پليجائي جو زميندار ارباب نور محمد پليجو ۽ لاڪاٽ جو گل اڳرا اڳرا هئا. صوفيءَ جي زمين ۾ مددمعاش زمين بہ شامل هئي، جنهن تي صوبيدار جو ڪوبہ اختيار ڪونہ هو. ان ڪري هن حڪومت طرفان دخل ڪرڻ مناسب نہ سمجهيو، پر زميندارن کي اجازت ڏنائين تہ هو صوفي ۽ سندس فقيرن سان جيئن چاهين تيئن منهن ڏين. صوبيدار جو اشارو وٺي زميندارن جهوڪ جي وستيءَ تي حملو ڪري ڏنو پر مات کاڌي. ڪيترا ئي فقير سو مارجي ويا ۽ مائهن کي نقصان بہ ٿيو. شهيدن جي وارثن زميندارن جي ان لاقانونيت ۽ ڏاڍائي خلاف شاهي دربار ۾ فرياد ڪئي. دهليءَ مان حڪم جاري ٿيو تہ، ”ڏوهاري بادشاهہ جي حضور اچي بيگناهن جي رت جو حساب ڏين. جيئن تہ هنن ان حڪم جي عدولي ڪئي، ان ڪري خون بها

جي عيوض سلطاني دستورالعمل مطابق انهن جون زمينون فوتين جي وارثن جي حوالي ڪيون ويون." (مقالات الشعرا - مير علي شير قانع) ساڳيو ئي مصنف لکي ٿو ته، "فقيرن جي ان قانوني سوڀ اوسي پاسي جي هارين جا حوصلا وڌائي ڇڏيا، ۽ سرڪاري حاڪمن ۽ زميندارن جي به اها هيبت نه رهي، پر جيڪو سو انهن ضلعن جا اڪثر غريب ۽ لاچار زميندارن جي ظلم کان نجات ۽ ڇوٽڪارو پائي، آن اهل الله (شاهه عنايت) جي پناهه ۾ اچي امن سان رهڻ لڳا.

ان مان خبر پوي ٿي ته صوفي شاهه عنايت جي هاري تحريڪ هيٺين سنڌ جي ڪيترن ئي ضلعن ۾ پکڙجي چڪي هئي، ۽ صوفيءَ جي پٺ پرائيءَ ڪري ماڻهن ۾ ايتري طاقت اچي وئي هئي جو زميندار هاڻي هنن تي هٿ کڻڻ جي همت نه ڪري پئي سگهيا. ان وچ ۾ زماني جي ستايل فقيرن جي تعداد ۾ به ڏينهون ڏينهن واڌارو ٿيندو ويو ۽ هر طرف کان همه اوست جي صدا جا پڙاڏا اچڻ لڳا (مقامات الشعرا). فرخ سير شايد اهو سمجهيو ته مير لطف علي خان فقيرن سان نرم رويو اختيار ڪري رهيو آهي. ان ڪري هن کيس هٽائي نواب اعظم خان کي ١٧١٦ع ۾ ٺٽي جو صوبيدار ڪري موڪليو. زميندارن ان بدليءَ مان فائدو ورتو ۽ اعظم خان جا ڪن ڀرڻ شروع ڪيا. نواب کي شاهه عنايت سان ذاتي رنجش به هئي. چون ٿا ته هڪ

لڳا اعظم خان صوفي صاحب سان ملاقات لاءِ ويو، ته فقيرن کيس ائين چئي جهلي ويهاريو ته شاهه صاحب درود ۽ وظيفي ۾ مشغول هئا. جڏهن ملاقات ٿي ته اعظم خان چيو، ”درويش جي دروازي تي دربان نيڪ نٿا لڳن.“ صوفي سڳوري يڪدم ورندي ڏنس ته، ”نيڪ آهن. ته جيئن دنيا جا ڪتا اندر نه اچي وڃن.“ اها ڳالهه اعظم خان جي ذاتي رنجش جو سبب بڻجي ويئي (تاريخ سنڌ- ڪلهوڙا دور- غلام رسول مهر).

اها روايت صحيح آهي يا غلط، بهرحال نواب اعظم خان اجتماعي ڪاشتڪاريءَ جي تحريڪ کي چيٿي ڇڏڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيو، ۽ صوفيءَ سان ڇيڙڇاڙ شروع ڪري ڏني. هن صوفي شاهه عنايت کان اهي واجبات گهرڻ شروع ڪيون جي ”ممنوع سلطاني“ هيون. صوفيءَ جواب ڏنس ته اهي واجبات بادشاهه طرفان ڏي معاف ڪيون ويون آهن ته توکي وٺڻ جو ڪهڙو حق آهي. ان جواب تي نواب باهه ٿي ويو. هن درٻارين ۽ نائبن سان صلاح مشورو ڪري بادشاهه ڏانهن شڪايت لکي موڪلي ته صوفي شاهه عنايت ۽ ان جا فقير بادشاهي دعوىٰ ڪري رهيا آهن، ۽ خليفته‌الله جي حڪم مڃڻ کان انڪار ڪري رهيا آهن (مقالات الشعرا). فرخ سير ان معاملي جي جاچ ڪرائڻ ڏاران ڏي حڪم جاري ڪيو ته باغين کي تلوار جي زور سان آڻ مڃڻ لاءِ مجبور ڪيو وڃي.

مرڪز وٺان اجازت ملڻ سان ئي نواب اعظم خان جهوڪ تي ڪاهه ڪرڻ جي تيارين ۾ لڳي ويو. هن سنڌ جي رئيسن ڏانهن پروانا جاري ڪيا ته پنهنجو پنهنجو سپاهه وٺي مدد لاءِ پهچو. مقالات الشعرا وارو مصنف لکي ٿو ته، اعظم خان، ميان يار محمد ڪلهوڙي، مڙني زميندارن ۽ ان علائقي جي سڀني ماڻهن ڏانهن مدد جا حڪم وٺي چڙهيا هئا، جي فقيرن سان پراڻو وير رکندا هئا. ائين هڪ اهڙي فوج تيار ڪري هن فقيرن تي حملو ڪيو. جنهن جو ڳاڻاٽو نٿو ڪري سگهجي ۽ جا ڪيولن ۽ ماڪڙ کان به وڌيڪ هئي ۽ سڀ ڏاڍر کان سمنڊ تائين جي علائقي مان ڪٺي ڪئي وئي هئي.

صوفي شاهه عنايت صلح پسند بزرگ هو. هن کي جڏهن زميندارن جي مخالفت ۽ اعظم خان جي فوجي تيارين جي خبر پئي ته ڏاڍو ڏکي ٿيو. ”مان بازار عشق ۾ هي سودو ان ڪري ته ڪونه آندو هو، ۽ نه ئي مان گهريو پئي ته اهڙو گوڙ گهمسان ٿئي جو وڏ پڪڙ جو ميدان تيار ٿي وڃي.“ جڏهن دشمن جي فوج جهوڪ ڏانهن منهن ڪيو، ته فقيرن راءِ پيش ڪئي ته ڇو نه اسان اڳتي وڌي رستي ۾ ئي هنن تي حملو ڪريون ته جيئن شاهي لشڪر کي صفن ٻڌڻ جو موقعو ئي نه ملي ۽ جهوڪ گهيري کان بچي وڃي. پر هن خدا جي بندي اڳرائيءَ جي اجازت نه ڏني.

جهوڪ فقيرن جي امن امان واري وسندي هئي ته ڪي فوجي چاوڻي. فقيرن وٽ سندن "ڪاغذي" تلوارن کان سواءِ، جن جا ڳن ڪاٺ جا هئا، جي ڪو هٿيار هو ته ڪاٺ جو هڪ رنبو هو، جڏهن ته دشمن "توپهائي بيل ڪش روئين" (هاٿين کي مارڻ واري لوهه جي توب) سان هٿياربند هو، ميان يار محمد (خدايار خان ڪلهوڙو) ۽ ميران سنگهه کتري ملتانيءَ جي خطن مان، جي جنگ جي ميدان مان لکيا ويا، پتو پوي ٿو ته پراڻي وقت ۾ دستور پٽاندر جهوڪ جي چوڌاري مٽيءَ جو مضبوط ڪوٽ ڏنل هو، چوڌاري اونهي کاهي به کوٽيل هئي جا پاڻيءَ سان پريل هوندي هئي (منش الوصيت- ميان نور محمد خدايار خان). ان کاهيءَ جا ڪجهه حصا اڃا به موجود آهن ۽ ان ۾ پاڻي بيٺل آهي.

ميان يار محمد، گهيري دوران جيڪو خط پنهنجي پٽ ميان نور محمد کي لکيو هو، ان مان معلوم ٿو ٿئي ته شاهي لشڪر ۱۲ آڪٽوبر ۱۷۱۷ع کان به چار ڏينهن اڳ اڌل درياه وٽان ڪوچ ڪري جهوڪ پهتو هو ۽ وسنديءَ کان هڪ ميل تي ڪيپ ڪوڙي ويٺو. البت اهو سو پتو نٿو پوي ته ڪاهي ايندڙن ۽ فقيرن جو تعداد ڇا هو. ميران سنگهه کتري ملتانيءَ جي خط مان معلوم ٿو ٿئي ته نواب اعظم خان جي جماعت ٿورڙي هئي، ۽ مقابلو اصل ۾ خدايار خان جي وڏي

فوج ۽ فقيرن جي وچ ۾ هو. هو لکي ٿو ته "قلعه منسد" جي هڪ طرف کان خدايار خان گهيرو ڪيو ۽ وچ ڪيرائيندڙ بندوقن ۽ گجگوڙ جهڙو، هوش اڏائيندڙ، آواز ڪندڙ هٿيارن سان دشمن تي قهر وسائڻ لڳو. ٻي پاسي نواب اعظم خان مورچا هنيا ۽ تيرن سان جنگ جو هنگامو ڪڙو ڪيو. ميران سنگهه، پنهنجي محسن خدايار خان جي فوجي برتري ۽ لشڪر جي ڪمتري کي ڏاڍي هوشياريءَ سان چٽو ڪيو آهي. فقيرن جي جماعت کي هو ڏهه هزار سوار ٻڌائي ٿو، سو سراسر غلط آهي. هنن وٽ ايترا گهوڙا ڪٿي هئا، پر ماڻهو به ڪين هئا. ميان يار محمد پنهنجي خط ۾ فقيرن جي راتاهي جو ذڪر ڪندي لکيو آهي ته انهن جو تعداد سترهه سو (۱۷۰۰) پيادا هو، ۽ انهن کي بد ۽ فسادي روح سڏيو اٿائين. ان مان قياس ڪري سگهجي ٿو ته فقيرن جو ڪل تعداد ٻن اڍائي هزارن کان مٿي نه هو، ۽ انهن وٽ بارودي هٿيار بلڪل ڪونه هو. شب خون يا راتاهي جو واقعو ۱۲ آڪٽوبر ۱۷۱۷ع جي رات جو ٿيو، جنهن رات شاهي لشڪر جهوڪ جو گهيرو ڪيو. ميان يار محمد لکي ٿو:

"آچر جي رات هئي. اسان جو لشڪر گهيرو وڌيون ويٺو هو. اڃا پهر کن رات باقي هئي جو مفسدن جا هڪ هزار ست سو پيادا راتاهي جي ارادي سان ڪنهن نه ڪنهن طرح لشڪر تائين پهچي ويا. ٽولا ٽولا

تي ڪيترن ئي جاين تان لشڪر ۾ گهڙي آيا ۽ ٻنا ڪنهن پڙ يا هڪ جي حملا ڪرڻ لڳا. سو ڪيترن جا ڪيترا ئي ماڻهو اجل جو شڪار ٿيا. پر اسان جي دليرن ۾ لاشن جا ڍير لائي ڏنا ۽ چند مفسد ئي پنهنجي جان سلامت ڪڍي وڃي سگهيا."

"ان شب خون راتاهي ۾ اڪثر پنهور، قاسم پٽ گهرام، سيد ٻولو وڪيل ٿٿو، احمد ٻوٻڪائي ۽ اڍيجا قوم جا اسان جا پاڙ ۽ ٻيا زميندار ماريا ويا." (اقتباس منشور الوصيت).

جنهن ويل هي حملو ٿيو ته اهي سپاهي، جي ميان يار محمد جي تنبوءَ تي پهرو ڏيئي رهيا هئا، هيڏي هوڏي ٿي ويا (شايد ڇاڻي واڻي). پر خير ٿي ويو جو ميان يار محمد جا ٻه پٽ ميان دائود ۽ ميان غلام حسين ۽ پاڻ مير محمد موقعي تي موجود هئا، ۽ انهن فتني جي گردغبار کي تلوار جي پاڻيءَ سان ٺاري ڇڏيو. ان ويڙهه ۾ ميان غلام حسين زخمي ٿي پيو.

گهيري کي ٻه مهينا ٿي ويا، پر شاهي لشڪر توپ تفنگ سان هٿيار بند هئڻ جي باوجود جهوڪ تي قبضي ڪرڻ جي جرأت نه ڪري سگهيو. ان وچ ۾ صاحبزادو سيد حسين خان ۽ ڪيئي ٻيا زميندار نواب اعظم جي پرواني جي پوئواري ۾ ڪمڪ وٺي جهوڪ پهچي ويا. پر ان عرصي ۾ شايد آبڪلاڻيءَ جي ليٽ اچي وڃي ۽ شاهه عنايت جي ڪوٽ جي چوگرد ڇڻ پنجن

ميلن تائين ايتري ڇر اچي وڌي جو سڪيءَ زمين جو ذرو به ڪٿي نظر نه پئي آيو. بهرحال صاحبزادي جي فوج ڪيٽن نه ڪيٽن پاڻي ٽپيو ۽ جهوڪ جي ڪوٽ لڳ اچي مورچا هنيان. ميان يار محمد فرزند ارجمند جي ان اعمال بي مثال تي هڪ وڏو فارسي قصيدو لکي ان جي اُئين ساراهه ڪئي آهي ڄڻ هفت اقليم فتح ڪئي هجائين. ان ڊگهي قصيدي جو تاتپرج هيٺن آهي: ”بادشاهه جي فوج فتحياب آهي ۽ دشمن جي دل سوز ڪان ڪباب آهي. بادشاهه جي فوج ڪِلِي رهي آهي ۽ دشمن مڪڙيءَ جيان پنهنجي مٿي تان پڳ لاهي ڦٽي ڪئي آهي. بادشاهه جي فوج جي دل باغ باغ آهي ۽ دشمن ڇپرن جيان ويرانن ۾ پيو آهي. بادشاهه جي دل شاد ۽ ڪامياب آهي ۽ دشمن ۽ سندس لشڪر دلگير ۽ ناشاد آهي. بادشاهي فوج خوش خرم آهي ۽ دشمن هر گهڙيءَ غم ۾ گرفتار آهي. بادشاهه جي فوج جو چهرو خوشيءَ وچان ٽڙي پيو، ۽ دشمن عاجز ۽ نامراد آهي. بادشاهه جي فوج پرشڪوه آهي ۽ دشمن پنهنجي جان کان بيزار آهي. بادشاهه جي فوج هانءُ ڪنبائيو ڇڏي ۽ دشمن جا ڇپ مُردن جيان ماٺ آهن. بادشاهه جي فوج جو، جو اٿالو جيت آهي، اها دشمن جي سيني ۾ گهري وڃڻ واري تير جيان آهي.“

آخر ۾ هو لکي ٿو ته صاحبزادو بلند اقبال ترت ئي ”آن بد سگال لعين“ (صوفي شاهه عنايت) کي قتل ڪندو يا گرفتار ڪندو (منشور الوصيت).

ان ڳالهه کي ٻه مهينا گذري ويا، پر نه فقيرن جي اڳرائيءَ واري قوت ۾ گهٽتائي آهي ۽ نه ٿي شاهي فوج انهن کي مات ڪري سگهي. پوءِ هڪ ڏينهن صبح جو "خان والا شان ۽ نواب عالي مڪان" هاٿين تي سوار ٿي "شيرانه ۽ دليرانه" جهوڪ جي ڪوٽ جي ويجهو آيو، ۽ پنهنجن هاٿن جانٺن کي چيو ته "ڀڙيون توهان هن ڪوٽ کي توبن ۽ بندوقن سان ڪچهه جيان اڏائي ڇڏيو، پوءِ اسان فقيرن جي حياتيءَ جي گهروندڙن کي تلوارن جي باهه سان ساڙي رک ڪري ڇڏينداسين."
اتفاق سان اتي ڪو صوفيءَ جو جاسوس بيٺو هو، هن فقيرن کي دشمن جي ان منصوبي کان واقف ڪيو، ۽ اها سازش ڪامياب نه ٿي سگهي. گهيرو چار مهينا جاري رهيو. فقيرن وٽ توبون ۽ بندوقون ڪونه هيون، ان ڪري هنن لاءِ راتاهن يا شب خون کان سواءِ ڪا وات ڪانه هئي. هي طريقو ايترو ڪامياب ويو جو مير علي شير قانع چوائي "ڪاهي آيل تباهيءَ جي ڪناري تي وڃي رسيا." صوفي شاهه عنايت فقيرن کي هدايت ڪري ڇڏي هئي ته راتاهو نهايت ڏي مان ميٺ ۾ هجو. ليڪن هڪ رات ڪنهن فقير غلطيءَ کان اسم ذات (الله) جو نعرو هنيون ۽ پيا ته ان ۾ شريڪ ٿي ويا. ان ڪري لشڪر ۾ پنهنجا ۽ پرايا پڌرا ٿي پيا ۽ گهڻا ئي فقير تلوار جو ٻل ٿي ويا.

(تحفة الڪرام)

شاهي لشڪر ۾ جاسوسن جي موجودگيءَ مان، ۽ ان بيان مان ته نعري هڻي ڪري لشڪر ۾ پنهنجا ۽ پرايا پڌرا ٿي پيا، اهو گمان نڪري ٿو ته ڪي فقير ڪنهن طرح دشمن جي فوج ۾ شامل ٿي ويا هئا ۽ عام لشڪرين کي پنهنجي حمايتي ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا رهندا هئا. شاهي لشڪر جيئن ته ڪرائي جي سپاهين جو هو ۽ جهوڪ سان انهن جو ڪوبه شخصي دشمنو نه هو ۽ نه ڪي ذاتي مفاد هو، ان ڪري ڪين نواب ۽ زميندارن کان ڦيرائي بالڪل ڏکيو نه هو. ان قياس جي پٺڀرائي، گهيري جي ڊگهائي ۽ ناڪامي به ڪن ٿيون.

ان راتاهي ۾ هار فقيرن کي نقصان ضرور پهچايو، پر هنن جا حوصلا هيٺ نه ٿيا ۽ هو دشمن سان اڳين ڏي مقابلو ڪندا رهيا. نيٺ جڏهن فقيرن ٽي سوپ ماڻهو جو ڪوبه امڪان نه رهيو ته دشمن ٺڳي ۽ دولاب تي لهي آيو. پهرين جنوري ١٧١٨ع تي صوفي شاهه عنايت آڏو صلح ۽ ناهه جي تجويز پيش ڪئي وئي. ”ميان خدايار خان جي پٽ محمد خان ۽ مير شهداد خان بروچ وغيره، فوجي سالارن قرآن مجيد وچ ۾ رکي عهد ڪيو ته فقيرن جي جان ۽ مال کي ڪو نقصان نه رسندو“ (مقالات‌الشعرا). شاهه عنايت جي ڪن سائين کيس سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي ته هي قسم ۽ انجام دشمن جون اٽڪلون آهن، انهن جي دوکي ۾ نه اچو ۽ مقابلو

جاري رکو. مگر خدا پرست صوفي قرآن جي قسم تي ڪيئن پئي شڪ ڪري سگهيو؟! سو هُن صلح جي تجويز منظور ڪئي. جهوڪ جي ڪوٽ جو دروازو کوليو ويو ۽ شاهي فوج بنا ڪنهن روڪ ٽوڪ ۽ خون خرابي جي وسنديءَ تي قبضو ڪري ورتو. ان بعد صوفي شاهه عنايت کي وڏي عـزت ۽ احترام سان، صلح نامي تي صحيح ڪرڻ جـي بهاني ساڻ، نواب اعظم خان جي تنبوءَ تائين آندو ويو. پر اتي پهچندي ئي کيس پڪڙي هٿڪڙيون ۽ پيرڪڙيون پارايون ويون.

پوءِ شاهي بدلي جي باهه جهوڪ ڏانهن منهن موڙيو ۽ فقيرن جو کليو قتل شروع ڪيو. سندن گهر ساڙيا ويا. سندن مال مڏي لٽيا ڦريا ويا. وسنديءَ جو ڪوٽ ڊاهي پٽ ڪيو ويو. جهوڪ جي گذيل راهڪي خون ۾ ٻڏي وئي. نه ٻج ڇٽڻ وارا بچيا نه فصل ۾ لاباري وجهڻ وارا.

جهوڪ کي نيست نابود ڪرڻ پڄاڻا نواب اعظم خان ٺٽي موٽي آيو. صوفي شاهه عنايت کي پريءَ دربار ۾ گهرايو ويو. مير علي شير قانع چوي ٿو (مقالات‌الشعرا) ته صوبيدار ۽ صوفيءَ جي وچ ۾، دربار ۾ جي سوال جواب ٿيا، سو هڪ ”طولاني داستان“ آهي. نواب جيڪي به سوال ڪيا پئي، صوفي صاحب گهڻي ڀاڱي انهن جا جواب حافظ شيرازيءَ جي زبان ۾ پئي ڏنا:

نواب اعظم خان: ٻـڌاءِ ته تو هي گوڙ گهمسان ڇو ڪيو هو؟

صوفي شاهہ عنايت: آن روز کہ تو سن فلک ذين کردند
آرائش مشتري ز پروين کردند.
اين بود نصيب ساز ديوانِ قضا!
مارا چہ گنهہ، قسمت ما اين گردند.

(جنهن ڏينهن خدا آسمان کي گردش جو حڪم ڏنو ۽ مشتري کي ستارن سان سينگاريو. قضا جي ديوان مان منهنجو اهو ئي نصيب مقرر ٿيو هو. ان ۾ منهنجو ڪهڙو ڏوهہ. منهنجي قسمت ۾ ئي اهو لکيل هو).

ان وقت اعظم خان وٽ شيخ محمد رضا شاعر ويٺو هو، تنهن چيو:

دوست بيدار بشو، عالم خواب است اينجا
حرف بيهوده مگر پاء حساب است اينجا.

(دوست خواب جي عالم مان بيدار ٿي. بيهوده ڳالهيون نہ ڪر، هي تنهنجي حساب جو ڏينهن آهي)
صوفي شاهہ عنايت ورائيو:

در کوئي نيڪنامي مارا گذر نہ دادند
گر تو نہ من پسندي، تغير کن قضا را!

(منهنجو نيڪنامي جي ڪنڊ ۾ گذر ئي نہ ٿيو آهي. جي توکي نہ ٿو وڻان تہ منهنجي قضا يا تقدير کي بدلي ڇڏ).
اعظم خان: تہ پوءِ مصيبت لاءِ تيار ٿي:

شاهه عنايت: البلاء لِلولاء كالهب لِلذهب.

اعظم خان: ڇو ٻاڻ کي خراب ڪيٿي، ۽ مصيبت ۾ ڦاٿين؟

شاهه عنايت: عاشق چه ڪند گر نه ڪشد بار ملامت
بساهيچ دلاور سپر تيــر قضا نيست.

(عاشق ملامت جو بار نه کڻي ته ڇا ڪري؟ قضا جي تير جي ڏال ڪنهن به بهار وٽ ڪونه آهي).

اعظم خان: هاڻي ته تون قتل ٿيڻ وارو آهين، سو اجائي ڏيگهه مان ڇا فائدو؟

شاهه عنايت: هرگز نه ميرد آنڪ دلش زنده شد ز عشق
ثبت است برجريدهٔ عــالــم دوام ما.

(جنهن شخص جي دل عشق سان جيئري آهي سو ڪڏهن نه مرندو آهي. اسان جي ابديت جي مهر ڪائنات تي لڳل آهي).

اعظم خان: وقت جي حاڪم جي اطاعت ڇو ڇڏيئي؟

شاهه عنايت: ما مريدان زور به سوئي ڪعبه چون آريم چون
رو بــه سوئي خانــه خمار داد ڊپير ما.

(اسان مريد پنهنجو منهن ڪعبي طرف ڪيئن ڪريون جڏهن ته اسان جي پير جو منهن منخاني طرف آهي).

اعظم خان: هيئنئر پنهنجي خواهش جي ناڪاميءَ تي ڏکي ڇو آهين؟

شاهہ عنايت: من ازان دم کہ وضو ساختم از چشمہء عشق،
چار تکبير زدم يکسره برهرچہ کہ هست.

(جنهن وقت عشق جي چشمي تي وضو ڪيو،
ان وقت هستيءَ جي هر شيءِ کي ست سلام چئي ڇڏيا).

اعظم خان جڏهن ڏٺو تہ هي شخص نہ مون کان
ڊڄي ٿو ۽ نہ ئي پنهنجي ڪيئي تي پڇتائي ٿو ۽ نہ
جان بخشيءَ لاءِ التجا ۽ ايلاز ٿو ڪري، تہ هن حڪم
ڏنو تہ گستاخ صوفيءَ کي جيل ۾ بند ڪيو وڃي.
شاهہ عنايت ويندي ويندي هي شعر پڙهيو:

ساقيا برخير در ده جام را ـ خاک برسر کن غم ايام را.

٧ جنوري ١٧١٨ع مطابق ١٥ صفر ١١٣٠هہ تي
صوبيدار اعظم خان جي حڪم تي صوفي شاهہ عنايت
جو سر ڌڙ کان ڌار ڪيو ويو. آخري وقت آڏيءَ تي
هو هي شعر پڙهي رهيو هو:

رها يندي مرا از قيد هستي ـ جزاڪالله في‌الدارين خيرا.

صوفي شاهہ عنايت شهيد ٿي ويو. بيشمار فقير تلوار
جو بک ٿي ويا، ۽ جهوڪ جي وسندي ويران ٿي وئي.
تڏهن بہ اقتدار جي مالڪن جي اها حالت هئي جو
خوف هراس مٿن واسو ڪيو ويٺو هو ۽ فقيرن جو
نالو ٻڌي ڏڪڻ لڳندا هئا. ان ڪري ئي نواب اعظم خان
پڙهو گهمائي ڇڏيو هو تہ جي ڪنهن جي زبان سان

لفظ "الله" (جو فقيرن جو اسم تڪبير هو) نڪري، وڏي وات، ته ان جو سر ڌڙ کان ڌار ڪيو ويچي. (مقالات‌الشعرا). ان حڪم تي تبصرو ڪندي مير علي شير قانع لکي ٿو ته، "سبحان الله! ڇا ته خدا جي خدائي آهي، جو خود سندس نالو ڪڍندي ڏي سر ڪاٽيا وڃن ٿا. پر عاشقن جو به اهو ڏي پيچرو آهي."

ڇئي نٿو سگهجي ته اعظم خان ۽ صوفي شاه عنايت جي وچ ۾ ٿيل گفتگو جو داستان، اعتبار جوڳي شاهدي ۽ ثبوت تي بيٺل آهي، يا صوفي شهيد جي ڪنهن خوش مزاج پوئلڳ جي خيالي اذام جي تخليق آهي. پر ان ۾ ڪوبه شڪ نه آهي ته شاه عنايت آخري دم تائين پنهنجي زندگيءَ جي اصول تي اٽل رهيو. هن جي اٽل ارادي واري بنياد ۾ گهڙي پل لاء به لوڏو نه آيو.

تحفة الڪرام جي بيان مطابق ميان يار محمد ڪلهوڙي کي "اعلى خذمتن" جي عيوض شهاوت ۽ چاچڪان جي علائقي کان وٺي ڪڪري، دندا، حجام، دورنڪ، رجب، پسر، پاچات، نور ۽ ديهه سائين ڏنو جا علائقا انعام طور عطا ڪيا ويا. اهڙيءَ طرح سنڌو ماٿر ۾ اجتماعي زراعت ۽ انصاف پري وند ورهاست (دولت جي) جو پهريون تجربو پنهنجي توڙ کي رسيو.

صوفي شاه عنايت فيوڊلزم جي دور ۾ اجتماعي زراعت يعني سوشلسٽ طريقي واري پيداوار ۽ ورهاست

جي طريقي کي رواج ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي هئي.
سنڌس هي قدم لک شاباس ۽ ساراهه جوڳو آهي، ۽
سنڌس سائين جرن قربانيون لک احترام ۽ عزت جوڳيون
آهن، پر سماجي ارتقا يا اوسر جي قانون ۽ نيم تي
ڪنهن جو اختيار نه آهي. ڪوبہ شخص، ڪيتري ڪيڏو
وڏو انقلابي ڇو نه هجي، ۽ خلق جي خدمت جي
جذبي سان ڪيترو بہ سرشار ڇو نه هجي، ان قانون
تي حاوي ٿئي ٿي سگهي. صوفي شاهه عنايت جي خواهش
ڏاڍي نيڪ هئي، پر تقديرون رڳو خواهشن سان ڪونه
بدلبيون آهن. هن جو خواب ڏاڍو سٺي سيان جو سپنو
هو، پر اهو خواب گهٽ ۾ گهٽ ٻہ صديون اڳ
ڏسي رهيو هو، جڏهن ان خواب کي حقيقت بنائڻ لاء
نہ معروضي حالتون موجود هيون نہ موضوعي حالتون
موزون هيون. نہ پيداواري قوتن ايتري ترقي ڪئي هئي
جو فيوڊلزم جو خاتمو اڻ ٽر ٿي پوي ها، نہ ڪي محنت ڪشن
۽ پورهيتن ۾، جن جو مقصد سوشلسٽ انقلاب برپا
ڪرڻ هو، پنهنجي تاريخي ڪردار جو شعور پيدا ٿيو
ٿيو (اهو شعور اڄ بہ ڪونہ آهي). ١٨ صدي ۾ جو
پورهيت طبقو سنڌ ۾ سوچي بہ پئي سگهيو تہ نوابن
۽ جاگيردارن جي هٿ مان سياسي طاقت کسي خود
اقتدار ۾ اچڻ گهرجي. (جهوڪ وارن تہ ڪڏهن نئي
تي قبضي ڪرڻ جو نہ سوچيو هوندو، سنڌ تہ وڏي
ڳالهہ آ). اهڙي صورت ۾ صوفي شاهه عنايت جي تجربي

کي لازمي طرح ناڪام ٿيڻو هو سو ٿيو. پر اها ناڪامي ٻاهرين قوتن جي چالبازين جي ڪري ٿي، نه ڪي اندروني خرابين يا اوڻاين ڪري.

صوفي شاهه عنايت کي پنهنجي تجربي جي تاريخي اهميت جو احساس نه هو، ۽ نه ئي هن کي ان ڳالهه جو اندازو هو ته اجتماعي کيتيءَ جي تحريڪ، زميندارن جي لاءِ ڪيتري مهلڪ ثابت ٿي سگهي ٿي. ڏسڻ ۾ ته اها تحريڪ، ڪنهن نئين ڏٻي ۾ پيريءَ جي اڇلڻ ثابت پيدا ٿيل چرپر کان وڌيڪ نه هئي، مگر صوفي ان حقيقت کان واقف نه هو ته انهن لهرن ۾ طوفاني موجن جي طاقت لڪل آهي، جا آيري ۾ اٿي پوري جاگيرداري نظام کي ڪک پن جيان لوڙهي وڃڻ جي سگهه رکي ٿي. هن بزرگ ۾ عوام جي هٿياربند جدوجهد جي اڳواڻيءَ جي صلاحيت به نه هئي. مثال طور جڏهن فقيرن مشورو ڏنو ته نواب جي فوج تي اڳتي وڌي رستي ۾ ئي حملو ڪرڻ گهرجي ته جيئن دشمن کي تيار ٿي جهوڪ تي گهيرو ڪرڻ جو موقعو ئي نه ملي، ته صوفي شاهه عنايت اڳرائيءَ کان انڪار ڪري ڇڏيو، ۽ بچاءَ واري مقابلي تي ئي محدود رهيو. اهڙيءَ طرح لڙائي شروع ٿيڻ کان اڳ ئي لڙائيءَ جو نبيرو ٿي ويو، ڇو ته بچاءَ واري جنگ، عام طور هار يا شڪست جي اڳڀاڙي ٿيندي آهي (اها غلطي ١٨٥٧ع ۾ دهليءَ جي قلعي ۾ بند لشڪر به انگريزن کي موقعو

ڏنو ته هو پنجاب ۽ ٻين هنڌن تان فوجون ۽ سامان سڙو ڪٺو ڪري وچي دهليءَ تي حملو ڪن). هنن قلعي بند تي، دشمن کي چوٽ ڏيڻي ڇڏي، ۽ پنهنجو ناتو سنڌي عوام کان ڪٽي ڇڏيو. اهو سبب آهي جو سنڌ جو هاري ناري فقيرن جي سرفروشيءَ واري جدوجهد کي پنهنجي جدوجهد نه سمجهي سگهيا. نتيجو اهو نڪتو جو جهوڪ جي فقيرن کي اها جنگ اڪيلي وڙهڻي پئي. سنڌ ۾ هنن جو ڪوبه حامي ۽ مددگار پيدا نه ٿيو، ۽ فقيرن جي اها جنگ هڪ وقتي ۽ مقامي دڪدائڪ واقعي کان وڌيڪ اهميت نه حاصل ڪري سگهي.

حڪومت سان ٽڪر جو اهو فيصلو ۽ نبيرو پنهنجي جاءِ تي، پر صوفي شاهه عنايت جو اهو تاريخي ڪارنامو ڪهڙي لحاظ کان غير اهم ٿي سگهي ٿو، جو هن اجتماعي کيتيءَ جو ڪامياب تجربو ڪري ثابت ڪري ڇڏيو ته جاگيردار ۽ زميندار وچ ۾ نه پون ته کيتي واڙي وڌيڪ وڌنڙ نموني سان ٿي سگهي ٿي ۽ وروڌ ۽ دشمنيءَ بجاءِ ايڪي ۽ امداد باهميءَ جا جذبا اڀري آسري سگهن ٿا. صوفيءَ جي عمل مان اهو به ثابت ٿيو ته رياست جي قوت ۽ طاقت، حق ۽ انصاف جي حمايت ڪرڻ بجاءِ هيل تائين هميشه عوام خلاف مٿين طبقن جي مفاد جي حمايت ڪندي رهي آهي. ڏک اهو آهي ته تاريخ جي درسي ڪتابن ۾ محمد بن

قاسم، محمود غزنوي ۽ احمد شاهہ ابداليءَ جي حملن جو ذڪر تہ ڏاڍي زور شور سان ڪيو ويو آهي، پر اسان جو نئون نسل صوفي شاهہ عنايت شهيد جي نالي کان بہ واقف نہ آهي.

(مڪتہ دانيال پاران مصنف جي ڇپايل ڪتاب "نويد فڪر" تان آزاد ترجمو)

# عظمت ادبي اڪيڊمي جا
# ڇپرايل ڪتاب

| | | | |
|---|---|---|---|
| ۰۱ | اگهاڙي | عمر ميمڻ | |
| ۰۲ | عشق | عمر ميمڻ | |
| ۰۳ | قرب جا ناتا | عمر ميمڻ | |
| ۰۴ | قيدياڻيءَ جي ڊائري | اختر بلوچ | |
| ۰۵ | پيار ۽ پاپ | موهن ڪلپنا | |
| ۰۶ | پوڙهو ۽ سمنڊ | عمر ميمڻ | |
| ۰۷ | * جنم قيدي | يوسف بلوچ | ۰۰—۱۶ |
| ۰۸ | جنگ ۽ انسان | عمر ميمڻ | |
| ۰۹ | جي ماريا نہ موت | تنوير عباسي | |
| ۰۱۰ | ڏراڙن جا ڏڪ | ماهوار تحريڪ | |
| ۰۱۱ | ڳالهيون ڳنوارن جون | ماهوار تحريڪ | |
| ۰۱۲ | * جنس پيار ۽ شادي | عمر ميمڻ | ۰۰—۲۰ |
| ۰۱۳ | پريت پراڻي ريت نرالي | سندري اتمچنداڻي | |
| ۰۱۴ | * سنڌي ٻوليءَ ڪي للڪار | ماهوار ملير | ۰۰—۶ |
| ۰۱۵ | * ان داتا | عمر ميمڻ | ۰۰—۶ |
| ۰۱۶ | * ويتنامي ڪهاڻيون | ماهوار تحريڪ | ۰۰—۱۴ |
| ۰۱۷ | * پيار پيار، پيڙا پيڙا | سندري اتمچنداڻي | ۰۰—۱۰ |
| ۰۱۸ | * ٽو جنين جي تات | سندري اتمچنداڻي | ۰۰—۱۰ |

| | | | |
|---|---|---|---|
| ۱۹. | لگ منهنجا لوهہ | محبوب علي راهوجو | |
| ۲۰. | * بي اولاد | عمر ميمڻ | ۵-۰۰ |
| ۲۱. | * ڪرنڌڙ ديوارون | سندري اتمچنداڻي | ۱۲-۰۰ |
| ۲۲. | * رام محمد ڊيسوزا | عمر ميمڻ | ۱۲-۰۰ |
| ۲۳. | * علم تدريس، مظلومن لاءِ | محمد ابراهيم جويو | ۲۵-۰۰ |
| ۲۴. | * جڏهن جهوڪ جهريو | رشيد ڀٽي | ٦-۰۰ |
| ۲۵. | * اٺو لٺو ۽ اڃهو | عمر ميمڻ | ۱۲-۰۰ |

نشان لڳل ڪتاب موجود آهن.

گهرائڻ لاءِ لکو:

۱. عظمت ادبي اڪيڊمي
سردار پريس، گاڏي کاتو،
حيدرآباد

۲. لطيف نيوز ايجنسي
لڳ عبرت پريس،
گاڏي کاتو، حيدرآباد

۳. سڳنڌ ڪتاب گهر
جناح باغ روڊ، لاڙڪاڻو

## اصلوڪا:

۱. آدرشي (طنز و مزاح)، ڪهاڻي پبليڪيشن، بمبئي.
۲. گهڙي گهڙي هڪ گهاءُ (ڪهاڻيون) پاڪستان رائيٽرس گلڊ.
۳. عاشق زهر پياڪ (پنج ائڪٽي ناٽڪ)
مهراڻ پبلشرس، سکر.
۴. پاڪستان جا پراڻا شهر (تاريخ) سنڌي ادبي بورڊ
۵. ديس ستا دل وارا جاڳيا (ڪهاڻيون) سنڌي ادب ائڪيڊمي، حيدرآباد.
۶. اوياريون لهواريون (تقريرون) سنڌي ادب ائڪيڊمي، حيدرآباد.
۷. مسئلن جو حل: سوشلزم (سياست) ملير ادبي ائڪيڊمي، ڪراچي.

## ترجما:

۸. دنيا جا عظيم افسانا (افسانا) سنڌي ادبي بورڊ.
۹. رياست ۽ آزادي (سياسي فلسفو) سنڌي ادبي بورڊ.
۱۰. ڪميونسٽ پڌرنامو (سياسي ادب) عوامي ڪتاب گهر، حيدرآباد.
۱۱. چترليکا (ناول) زندگي پبليڪيشن، حيدرآباد.
۱۲. جڏهن جهوڪ جهريو (عظيم صوفيءَ جي شهادت) عظمت ادبي ائڪيڊمي، حيدرآباد.

## ترتيب ۽ تاليف:

۱۳. آڌي ڏال مَ ڏار (قومي مضمون)
پاڪستان رائيٽرس گلڊ.
۱۴. سنڌ جا پراڻا شهر (مولائي شيدائي جا مضمون)
سچل نئشنل سيمينار ڪميٽي، خيرپور.

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ "لُڙهندڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پر اسان اِنهن سيني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَـن پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽجاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)